**Sagar Communication's Presentation No: 1**

# اکين ۾ الماس

شاعر: وفا ناٿن شاهي
پهريون ايڊيشن: جنوري 2000ع
ڪاپي رائيٽ: (ساگر ڪميونيڪيشنس)
ڪمپوزنگ: ڪاظمي ڪمپوزرس ميرپورخاص سنڌ.
ڇپيندڙ: ڪاظمي پرنٽرس ميرپورخاص سنڌ.
ڇپائيندڙ: "ساگر" سچيڏنو دل،
پاران ساگر ڪميونيڪيشنس
78 اي . ڪريم ٽاؤن ميرپورخاص سنڌ.




**AKHIAN MEIN ALMAS**

**(Diamond Eyes)**

**A collection of Poetry in Sindhi**

**By: WAFA NATHAN SHAHI**
**First Edition: January 2000 A.D**
**Copy Right: (Sagar Communications)**
**Composing: Kazmi Composers**
**Printed by: Kazmi Printers, Mirpurkhas Sindh**
**Published by: "Sagar" Sachedino Dal, for Sagar Communications**
**78-A Karim Town, Mirpurkhas Sindh.**

**Rs: 200 /=**

"مومل کي، مجاز جا اکين ۾ الماس
نه ڪا عام نه خاص جي ويا سي وڍيا"

"شاه عبداللطيف ڀٽائي رح"

"اکين ۾ الماس" وفا!

دل هيرن جي کاڻ اٿس.

"وفا ناٿن شاهي"

# اعتراف

هر تنهنجا ٿورا لاهي نہ سگهيو نہ ڳائيندو پيو،
وفا غريب سهي، بي ضمير نہ آهي ڙي.

- مان هن اٺانگي سفر ۾، سڀ کان پهرين پنهنجي مهربانن نياز همايوني، امداد حسيني، مريم مجيدي، بخشڻ مهرانوي، ۽ آٿر نائڻ شاهي سميت سيني صاحبن جي احسانن جو اعتراف ڪريان ٿو، جن منهنجي بي معنيٰ لفظن کي ڪا معنيٰ بخشي!.
- ان بعد مان مانواري عبدالرسول عباسي صاحب جي احسانن جو اعتراف ڪريان ٿو، جنهن منهنجي جذبن کي لينڊ اسڪيپس جو روپ ڏيئي، اکين جي الماسن کي ڇهاءَ جهڙو انوکو احساس بخشيو!!.
- ان بعد مان حاجي محمود سلطان چانڊيو، اقبال رند، سليم ڪاظمي، محمد جمن راڄڙ ڪڏڙائي سميت سيني صاحبن جي احسانن جو اعتراف ڪريان ٿو، جن مون تي وڏا وڙ ڪري هن ڪتاب کي پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ منهنجي هر موڙ تي همت افزائي ڪئي!!!.
- آخر ۾ "ساگر" سڄيڏنو دل جي محبتن جو اعتراف، جنهن ستيهن سالن کان منهنجي اکڙين جي اوجاڳيل رڻ ۾ پنڪندڙ منهنجي سپنن کي ساياڻ جو روپ بخشي، منهنجي مٽي جي پري، پنهنجي مٽي تي ڪئي اصل ۾ احسانن جي بار کان منهنجو ڪنڌ جهڪائي، پنهنجو ڳاٽ اوچو ڪيو آهي.



وفا نائڻ شاهي

## ارپنا

كارونجهر
جي
اُنهن
اُڇايل
مورن جي نالي،
بيکي
ٿر جي
انگ اگهاڙن
ماروئڙن جي،
بک ۽ اُڃ
اُجهائي،
سندن
انگ ڍکڻ
خاطر،
ازل کان
آکاس ڏانهن
اُرچا ڳاٽ
کري،
ککرن جي
ديوتا کان
پاڻي
گهرندا
رهندا آهن.

ڏ وفا ناٿن شاهي



## اکڙين جي الماسن کي شيشي جي شوڪيسن ۾ سجائڻ جو سفر

پبلشر پاران

مي ڪلا ڪيتر کي جيون اربي، پاڻ کي "وفا ناٿن شاهي" سڏائيندڙ هڪ غريب شاعر جي شعوري سفر جي انوکي شام غريبان آهي.

جنهن ادب جي اپن کاون جهڙي، اپ ڪپري وادي ڏانهن ويندڙ ڪنور ۽ رت ريتي رستن تي، پنهنجي پڻون تيل پيرن سان، ستيهن سالن جي طويل ۽ ايذائيندڙ مسافري دوران، ٽيهارو کن ڪتابن جيتري شاعري جو سرجيندڙ ٻڌجي وڃڻ کان پوءِ به، پاڻ کي انهي ابتدائي زيرو پوائنٽ تي بيٺل پائيو آهي، جتان کيس "مجتا ۽ موت" جي منزل جو ڏس پتو ڏيندڙ ميل جو پهريون پٿر ڏور ڏور تائين ڏيکائي نٿو ڏي.

ان جي باوجود هن انهي عجيب موڙ جي انتهائي منجهائيندڙ ورن، وڪڙن ۾ پنهنجي پهرئين ڪتاب جي اچڻ جي آسري تي، اکيون ٻوٽي بيهي انتظار ڪرڻ، يا روايتي فرسٽريشن وچان ڪنهن ڪامپليڪس جو شڪار ٿي، احتجاجي طور پنهنجي قلم کي ٽوڙي مروڙي يا پجي پوري، پنهنجي هٿن تي پاڻي وجهي تخليقي عمل ترڪ ڪري ويهي رهڻ بجاءِ، هميشه ڏات جي ڏيهه ڏانهن پنهنجون وکون ويتر وڌائي ڇڏيون آهن.

اٿين به ناهي ته انهيءَ سفر ۾ ساٿ ڏيڻ لاءِ هن ڪنهن کي صلاحيو ڪونهي، بلڪ هن ته ادب جي علمبرداري جي دعويدار سمورن ادارن کان وٺي، اين جي اوز تائين، پروفيشنل پبلشرن کان وٺي، سرندي وارن ۽ ادبي گهڻ گهرن توڙي پنهنجي ذاتي دوستن تائين هر دَر جا ڏڪا کاڌا آهن.

پر هن جڏهن پنهنجي صدا کي رڻ ۾ رڙ جيان بي موٽ پانيو ته هن رُج کي پاڻي سمجهي ان جي پنيان پڇڻ جو آسرو پلي، سمورا لاڳاپا لاهي ويهي لکيو آهي.

سندس شاعري سندس تخلص جيان اهو لازوال احساس آهي جيڪو، شراب جي گولبن ڊراپس جيان پڙهندڙ جي جواسن تي چانئجي وڃڻ جهڙيون فيلنگس رکڻ جي باوجود، اڃا تائين مجتا جي رڻ ۾ رلي رهيو آهي.

تنهن هوندي به شيخ اياز پاران بيقدر قرار ڏنل سنڌي قوم جي بي موٽ رويي جي باوجود هن شايد وفائن جو ڀرم رکڻ خاطر پنهنجي شاعري کي موٽ جو محتاج ڪونه بڻايو آهي.

دنيا ۾ هيترن سارن سهارن هوندي به هڪ آدرشي انسان، اٿين پنهنجي صدا کي بي سود پائڻي !! ته پوءِ ان پل انسانيت نه چاهيندي به ڳتر

لائين جي ڪنهن ميں هول ۾ پڙي مرڻ جي لاءِ سنجيدگي سان سوچڻ تي مجبور ٿي پوندي آهي.

شايد اهڙين حالتن جي عڪاسي امداد حسيني پنهنجي امر سٽن ۾ ڪئي آهي ته "حياتي ۾ جڏهن هن ڪنهن جي ڪلهي تي ڪنڌ لاڙي. ويهي روئڻ چاهيو ته هڪڙو ڪلهو به هن لاءِ ڪونه هو ۽ اڄ جڏهن هو مئو آهي ته هزارين ڪلهي ڏيڻ وارا اچي ويا آهن".

هي معاشرو جيڪو ماشاءالله ايڪيهين صدي، ۾ پنهنجي لاءِ "ڪچرا گهر" ۽ "گٽر" جهڙا نوان نالا ڪٺي داخل ٿي ويو آهي. اهو اسان مڙني تي مشتمل هئڻ سبب. سيني ڪان هڪڙو سوال ڪري رهيو آهي ته "ڇا معاشرو ڪنهن مادي وجود جو نالو آهي. جنهن کي "گلوبل گٽر" يا "يونيورسل ڊسٽبن" جيئي. پنهنجي اندر جي اروڙي، کي ڊس اون ڪري ڇڏجي!!؟."

اهڙي بي ميار معاشري ۾. جتي ماڻهن جا قد انسانيت يا ماڻهپي جي ماپي بجاءِ ،ذاتي. سماجي. عهدي يا اداري جي انچي ٽيپ يا بينڪ بيلنس جي بائنري نمبرن ۾ ماپي. انهن کي بنگلي ۽ ڪار جي ڪسوٽي تي پرکيو وڃي. ته پوءِ اهڙي معاشري ۾ ماڻهپي ۽ انسانيت وٽ سروائيو ڪرڻ لاءِ ڪهڙو ڪارڻ باقي بچي ٿو!!؟.

ڳالهه صرف ايتري آهي ته معاشري کي گٽر جهڙو ڪوني. ڪيس سچ جي ڪڙي گوري ڪارائيندڙ "مهذب"! جيڪڏهن ياڻ ان گوري جو چوٽ چکي ڏسن ته. ڪين خبر پئجي ويندي ته جهڙي طرح آئيني کي مهڻ سان منهن جي ڪاراڻ ڪونه ويندي آهي. اهڙي طرح اندر جي ڪاراڻ به منهن کي مهڻ سان ڪونه ٿي وڃي.

اسان پنهنجي ذهانت جي زور تي زماني کي بدلائي. اڄ جي ڪمپيوٽر ايج ۾. انٽرنيٽ جي ڊگهي ڊوڙ ذريعي. سڄي دنيا کي سوڙهو ڪري هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ ته بدلائي ڇڏيو آهي. پر خواهشن جي پورائي ۽ انهن مادي شين جي حصول لاءِ پنهنجي ضمير کي ايترو ته ڪيرائي ڇڏيو اٿئون. جو هن هيروئن جي عادي وانگر. اسان جي اندر جي گٽر لائينن تي جڙيل سمورن ميں هولن جي ڍڪڻ کي لاهي. رات جي پيٽ ۾ ڪپائي ڇڏيو آهي. ۽ اُگهاڙن ميں هولن مان اٿندڙ ڌپ ۽ گيس جي گُهٽ. ماڻهن جي من ۾ رهندڙ نالي ماتر ماڻهپي جو ساهه ته گهٽي سگهي ٿي. پر ذلت پروف بڻيل معاشري جي "ٺيڪيدارن" ۽ "مهذبن" جي گهري ننڊ ۾ ستل غيرت کي بيدار ڪرڻ ۾ اڃا تائين ناڪام رهي آهي!. شايد ايندڙ سؤ سال به انهي آرزو ۾

گندي وجي!؟. جو ته اسان انسانيت ۽ شيطانيت جي وچ واري وشال وڇوٽي جي سموري وحشي حوالي جو، اهو ورجاءُ بڻجي ويا آهيون. جيڪو دولت جي پوڄا ۾ جيترو اڳتو ويساهه رکي ٿو. ايترو ئي انسانيت کان عاري ٿيندو پيو وڃي.

غريبن کي گندي نالي جو غليظ ڪيڙو سمجهندڙ. اهو اميرِ شهر "وفا ناٿن شاهي" جي باري ۾ سوچي به ڇو!؟. نه "وفا ناٿن شاهي" ڪو وڏو ماڻهو آهي ۽ نه ئي ڪو وڏو آفيسر آهي. ۽ نه وري وٽس ڪا دولت آهي. هو ته اُلٽو انهيءَ مفلسي جي مرض ۾ ورتل آهي. جنهن کي ڏسي. اميرن کي اڪثر ڪراهت وچان اوڪارا ايندا آهن. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن حالتن جا هجوم. ميڇريل ماڻهن وانگر. پٿر کڻي پيچو ڪن. ته پوءِ هر موڙ تي سنگسار ٿين ماڻهپي جو مقدر بڻجي ويندو آهي.

"وفا ناٿن شاهي" سان پيو وڏو الميو اهو آهي ته هو وڏو شاعر هوندي به ڪنهن اخباري ايڊيٽر بجاءِ. مون جهڙي غريب اخباري رپورٽر جو دوست بڻجي ويو آهي. جيڪو انسانيت جي اُجهي جي دعويدار هن ايڪيهين صدي، ۾ به صحافت تي مڙهيل "پتا خور" "بليڪ ميلر". "بار گينر". ۽ "پيراسائيٽ" جهڙي موروثي الزامن کان علاوه. صنعت جو درجو اختيار ڪري وڃڻ جي باوجود. بيگار ڪئمپ بڻيل اخباري ادارن ۾. پروٽوڪول جي پرڪشش زنجيرن ۾ جڪڙيل هئڻ سبب. ماڊرن روبوٽ جيان. اخباري آقائن جي هٿ ۾ جهليل رموٽ ڪنٽرول جي اشارن تي نچڻ تي مجبور آهي!.

سو "وفا" کي ڪهڙي ٿو موٽ ڏيئي سگهي!؟ اهو سوال جيترو اوهان لاءِ حيرت جوڳو آهي. اوترو ئي منهنجي وجود کي وکيريندڙ آهي!. بس انهي جي جواب ۾ ايترو چوڻ چاهيندس ته مان جيترو محبتن جي معاملي ۾ انتها پسند آهيان. ايترو ئي نفرتن جي معاملي ۾ انتها پسند آهيان. ۽ هي، يـ منهنجي هڪ انتها پسندي آهي. جوته 1995ع ۾ جڏهن مون ساگر ڪميونيڪشنس جو بنياد رکيو هو ته. سڀ کان پهرين "وفا" صاحب جو ڪتاب ڇپرائڻ جو پڪو پهه ڪيو هئم.

ڪوڙ. منافقت. ڊپلوميسي. خوشامد ۽ بهروپي جهڙين بيمارين کان پريرو رهڻ ڪري. مون پاڻ کي ڪنهن حد تائين خود دار محسوس ڪيو آهي. آئون اوهان کي اهو به ٻڌائيندو هلان ته آئون نه ڪو پروفيشنل پبلشر آهيان. ۽ نه ئي ڪو ڪتاب ڇپرائڻ منهنجو ڪاروبار آهي. نه وري ڪو ايڏو سرمائيدار آهيان. جو ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪرڻ منهنجي شغل ۾ شامل هجي. ۽ نه وري

ڪو آئون اديب يا شاعر آهيان جو ڪتاب ڇپرائي پاڻ کي ادب جو گهڻ گهرو ثابت ڪريان!.

سچ ته اهو آهي ته آئون صحافت جي پيشي سان وابسته اهو اياڳو نوجوان آهيان. جنهن جي بيروزگاري جي ڪري پنجاهه سالن جو پوڙهو پيءُ پيري، پر به گوٺ جو مال چاري پنهنجي پيٽ جو دوزخ ڀرڻ تي مجبور آهي!.

آئون ڇاڻان ٿو ته مون تي آگريون کڄنديون. پٿرن جا مينهن وسندا. تهمتن جا تير وسايا ويندا ته "پرايو پٿر ڏسي، پنهنجا سور پٽڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. ۽ انهن الزامن جون سرڪڻ ڦاهيون پڻ منهنجي گلي ۾ فٽ ڪيون وينديون ته "بليڪ ميلنگ" ۽ "ڀتا خوري" جي پئسن مان ڪتاب ڇپرائي. شهيدن جي لسٽ ۾ نالو لکرائي. سستي شهرت حاصل ڪرڻ چاهي اٿس". ان کان علاوه ڪوڙ فتوائون پڻ جاري ٿينديون!.

پر مونکي انهن ڳالهين جي پرواهه ناهي. ڇو ته جڏهن ڪو ماڻهو اناالحق جو نعرو هڻي. پاڻ کي مهذب سڏائيندڙ جي منهن تان . ماسڪ پٽي لاهي. سندن اندر جو گند سندن ئي اجن ڪپڙن تي اڇلائيندو آهي .ته اهي "مهذب" موت ۾ پنهنجي ونگارين هٿان بازار مان گندا بيضا، سڙيل ٽماٽا گهرائي. ذاتي حملن ۾ ضرور هٿائيندا آهن.

بهرحال ڪنهن به آرٽيفيشل آرگيومينٽ جو ڪيترو به سهارو ڇو نه وٺجي. پر ٽڙ جي ازلي سونهن جو سمبل بڻيل. توهه جي ٻاهرين سونهن جهڙو خوبصورت. ۽ اندرين ڪوڙاڻ جهڙو ڪڙو سچ اهو آهي ته .ڪنهن کي به معاشري ۾ جيئڻ لاءِ. معاشري جي ڪنهن "ٺيڪيدار" کان اين او سي. صحافت ڪرڻ لاءِ ڪنهن اخباري آقا کان ڪارڊ. شاعر ۽ اديب سڏائڻ لاءِ ڪنهن ادبي اداري کان اجازت نامون ۽ ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ. ڪنهن به پروفيشنل پبلشر کان تجربي جو سرٽيفڪيٽ وٺڻ قطعي ضروري ناهي.

مون جيتوڻيڪ سچ کي پنهنجي ساهه ۾ سولي، تي ٽنگيل ڏٺو آهي. تنهن هوندي به ڪوڙ مونکي پنهنجو قائل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو آهي. سچ جي پاڇي ۾ ويهي مون ڪوڙ کي منهن تي ڪوڙ چئي ڏيڻ جي سکهه پاڻ ۾ سمرئي ورتي آهي. ان ڪري ڪنهن نام نهاد سماج سڌار جهان پڙهندڙن جي نظرن ۾ ڏوڙ وجهڻ خاطر .اها ڪوڪلي دعويٰ قطعي ڪونه ڪندس ته مون ڪو خلق جي خدمت جي لاءِ، قومي ادارو کوليو آهي.

اهو به ڪونه چوندس ته هي ڪتاب ڇپرائي مون مرده پرستي واري الزام جي زد ۾ آيل .سنڌي قوم کي يا پنهنجي پاڻ کي انهي الزام کان اجو ڪرڻ خاطر مٿس ٿورو ٿلهيندي "وفا ناٿن شاهي" جي وفات کان پوءِ. سنڌس

قبر تي قل پڙهي، گلن جي چادر چاڙهي. اگر بتيون ٻارڻ واري اسان جي موروثي روايت کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪندي. سندس زندگي ۾. سندس اندر جهڙي اونداهين گهر ۾ ڪو ڏيئو ٻارڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم!!.

بس اٿين سمجهو مون پنهنجي پاڳلپڻ جي انتها جو مظاهرو ڪندي. مسلسل روشني جي لاءِ هٽ ٿهلائي بيٺل اڏيرن کي. روشنيءَ جي خيرات ڏين خاطر پنهنجو گهر ٻاري. ڏياري ڪري ڏيکاري آهي. ۽ ڏياري جي انهن ڏياٽين کي اڳتي روشن رکڻ اوهان جي ٻي موٽ رويي ۾ لچڪ اچڻ تي منحصر آهي.

منهنجي هن سچ ڳالهائڻ واري گستاخي کي اوهان پنهنجي ظرف ۽ ضمير موجب منهنجي"محدود يا سطحي سوچ،" "ذاتيات."جيلسي"، "بکواس" ۽ گند جهڙا نالا ته ضرور ڏيندؤ، پر حقيقت ۾ مون "وفا" جي محرومين ۽ مجبورين جا ويو ڪارڊ. اوهان آڏو ٿهلائي. اوهان جي همدردين ۽ خلوص خريدڻ بجاءِ. ڪڙي سچ جو سهارو وٺندي انهن گرائونڊ ريئلٽيز جو ذڪر ڪيو آهي. جنهن کي ڪو به دليل ڪوڙو نٿو ڪري سگهي!!!.

"ساگر" سچيڏنو دل
ساگر ڪميونيڪيشنس
78 اي. ڪريم ٽائون ميرپورخاص
فون: 61296 (0231)

# وقت جي پڪار

مهاڪ

اڄ ا تن ۾ من جي مير کي ڌوئي ونون "وفا"
بيهي رهي نه وقت جو بادل وسي وسي.

."وفا نائن شاهي" انهن پيارن ماڻهن مان آهي، جن جو آئون وڏو مان ڪندو آهيان. هي يار خاص ڪري ان لاءِ به وڻندو اٿم جو سنڌي سندس مادري زبان ڪانه آهي. تہ بہ ان کي اباڻي ٻولي سمجهي اهڙي نج انداز ۾ شاعري ڪري ٿو جو اچرج وٺيو وڃي:

سٽيل هر ڪانڪڙن ۾ .
چڪيم تہ هر ٺري لڳو.

مني وجود جو قسم .
ڪمند جي ڳري لڳو .

دل جي درياهہ جا سڀ بند ڀڄي پيا آهن.
نين جل ٿل ٿا وهن واهہ جي گهارن وانگر.

سنڌ جو عاشق حفيظ قريشي صاحب چوندو آهي "هڪ ڌاريو ٻار جيڪڏهن ڪنهن اوپري مائي کي پنهنجي سڳي ماءُ ڪري ٿو ليکي، تہ اهو ٻار انهي ماءُ جي لاءِ پيٽ ڄڻيءَ ٻار کان وڌيڪ پيار جو حقدار آهي". ساڳيو مثال "وفا" جهڙي پياري ۽ نياري شاعر جي شخصيت سان ٺهڪي اچي ٿو ۽ هن جي اها ساک بيشڪ لک لهي تہ:

نمڪ حرام تڪي بي ضمير آهيون دوست ،
خلوصِ دل سان پيا سنڌ سان نباهيون دوست.

شاعري حقيقت ۾ ماحول جي وهڪري جي پيداوار آهي .جنهن ماحول ۾ ماڻهو ڄمي، نپجي وڏو ٿئي ٿو. انهيءَ جي اثر هيٺ جنني پيا

معاملا ۽ مسئلا وجود ۾ اچن ٿا. اتي شاعري بہ جنم وٺي ٿي. جيڪا پهريان
تہ اڪيون ہوتي. هر ڪنهن جي پيروي ہڻي ڪندي آهي. پر جڏهن شاعر اهو
محسوس ڪرڻ ٿو لڳي تہ ماحول جو اهو وهڪرو نيڪ نيتي کان خالي آهي تہ
هو شاعري جو رُخ بدلائي ان کي لهواري بدران اوڀاري هلائڻ جا جتن ٿو
ڪري جو تہ سنلس خيال ۾:

بــج مـــاڻهن چڻيـــو هـــو گـــدرن لا.
کـــاچ گـــدڙن جـــو هـــان واڙي آهـــــ.

ماڻهن کي ماڻهو چاريندڙن چيو هو تہ هتي جيڪي پوکيو سو ئي
لڻبو. اها ڳالهہ ڳنڍ ٻڌي هر ڪنهن چڱائين جا چارا ڳرلي ڪڍيا پر جيئن
اڳتي وڌيا تہ لڪين لڳايون ۽ پونديون ويون. جنهن جي نتيجي ۾ پويان پير
ڪري ويهي رهيا. جئي اها وري کهڙي ڪٿ ؟:

گهـــاٺو بـــــ وهـــون. ڪوبـــا بـــــ پـــتون.
انـــتو ڻـــي رهـــڻ. مشـــــڪل آهــــي.

ماڻهن جي اها نابري. سنئين سڌي ڪروڌ جي علامت هئي. جنهن
کان شاعر جو ذهن ويچارن ۾ ويڙهجي ويو. ڇو تہ اهو ڪروڌ ڪنهن سوچ جي
آڌار تي ڪو سنئون ڏک وٺڻ بدران. انڌي جي لٺ وانگي هوا ۾ ڦرندي
اچانڪ انتقامي ۽ تخريبي روش اختيار ڪري اهڙي فساد جو باعث نہ بڻجي.
جو ماڻهو پنهنجو دشمن پاڻ تي پوي ۽ ماحول جا منهندار ان کي ڪُتن مرن
جي ويڙهاند سمجهي تماشو ڏسندا رهن.
اهڙي عالم ۾ شاعر ماحول جي دلبي ۾ آيل ماڻهن کي آگاهي
ڏيندي پنهنجو فيصلو ٻڌائي ٿو تہ :

رهزنـــن جـــي شـــڪايت ڪبــي ڇــا جــڏهن.
پـــاڻ کـــي پنهنجـــي هـــٿ بـــان ڦـُــرايو ويـــو!.

انهي فيصلي جي آڌار تي شاعر هڪ مصلح ۽ مفڪر جي حيثيت ۾
ماڻهن کي تحرڪ ۾ آڻي. سنئين وات وٺائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهو
تحرڪ اڳاٽي زماني کان هلندو اچي ٿو. جنهن ۾ ڪڏهن ماڻهن کي گناهن جي

سزا جو احساس ڏياري صبر جي تلقين ڪئي وڃي ٿي. تہ ڪڏهن ڪي پيا ڏس ڏنا وڃن ٿا. ليڪن شاعر وقت جي حالتن کي نظر ۾ رکي ماڻهن کي اهو کي سمجهائي ٿو. جيڪو ماڻهن کي ماڻهپي مان ڪيرائڻ جي سمجهہ ۾ نہ اچي ٿو. تہ اهو مسئلو ذهني بغاوت سان تعلق رکي ٿو. پر خود ماڻهن کي سمجهہ ۾ نٿو اچي. انهيءَ ڪري چڪتائي پر صدين کان لاهيون چاڙهيون ايندڙيون رهن ٿيون ۽ شاعري وقت جي پڪار بڻجي اڀرندي رهي ٿي تہ:

اي حسن هوس گاهن جي پينٽ چڙهڻ وارا.
ڪنهن توکي اچا تائين، بيدار ڪيو ناهي.

مرقدن جون مٽيون پرڻ وارا.
زندگي کي تہ شرمسار ڪريو.

رڳ ڪٽن، پلن جي بادشاهي.
غلامي گندگي جو ڍير آهي.

صبر منهنجو ۽ تنهنجي مجبوري.
ظلم جا حوصلا وڌائي وئي.

دولتمند گرو دنيا جا.
مفلس تن جا چيلا ماڻهو.

گل تہ سڀ دفعا ٽڙيا،
پر نہ هار ڪنهن پوتو.

اشڪ بارن کي ڏسي مرڪيو پيو.
ڪاش! توکي بہ اهڙو غم لڳي.

پيار بنا مذهب جو قائل ،
هر ماڻهو بي دين رهي ٿو.

ڪير پيئي نٿو جيئي،
زندگي گراهه آ.

پنهنجو پنهنجو بار کڻو ،
ڪنهنجو ڪنهن تي بار نه آ.

هتي مون رڳو شاعر جي شخصيت ۽ شاعريءَ جي تحرڪ کي مقصد ۽ موضوع بڻائي پنهنجا خيال پيش ڪيا آهن. "وفا" جي شاعري ۾ پيا به اڪيچار اسرار ۽ اظهار موجود آهن جيڪي پڙهندڙن آڏو نروار ٿيندا ويندا ڇو ته انهن ۾ سادگي ۽ سيبتائي هر نموني نظر اچي ٿي مثال طور:

ڪوڙ جا ڪک رکي پيار تي ،
حسن جو منهن ٽبي دانگي نه مل.

دولتمندن جا ڪتا .
پوئنڪن رتا اڻ رتا.

سورن جي سيلابن ۾ .
سک جي ٻيڙي ڪانه ملي.

ٻنهي ڳلاجي جي پوکيا هٿن سان ،
انهن پوٽن جو چٽيل ٻور آهيان.

ٿامي هٿن سان چاهه مان واريءَ جي گهر جيان ،
ٻيرن سان منهنجو پيار مٽائي ڇڏيو اٿئي.

سادگي نڪتي زماني ۾ خطا،
مارجي وير ڪو وفا ويساھ ۾.

عالمي احساس جا ٻئجي ڪڪر.
ساري ڌرتي تي اُنا آهيون وفا.

شايد ٻج ڪري پيو آهي.
انب لڳن ٿا ليمن وانگر.

تباهي هٿان سان ڪري سنڌ جي.
تڌهن پي ٿا سنڌي سڏايون اسين.

ڳاڙها ڳاڙها پير لهي پيا.
ڪانڊيرن ۾ پير لهي پيا.

پنهنجو انتظار تو رهي.
تنهنجو انتظار ڇا ڪريان.

پوئين صف ۾ ويٺا آهيون.
وقت ڪٿي وير آڳ اسان جي.

آئون سمجهان ٿو تہ مختصر بيان وسيلي "وفا" جي شاعري جي ڪافي سڃاڻ ۽ واڪاڻ ٿي چڪي آهي. انهيءَ تي اڪتفا ڪندي هي قصو ڪوتاھ ڪجي ٿو.

نياز همايوني
محمدي بلڊنگ حيدرآباد سنڌ.

# ڪُليل اکين جا خواب

مجتا

شاعري رنگا رنگ پٽ ڏور وانگر آهي. جيڪا ڪُلندي ويندي آهي. ڪُلندي ويندي آهي. "وفا" جي شاعري سان بہ ساڳي ڳالهہ لاڳو ٿئي ٿي. مان سندس شاعري تي لکڻ لاءِ "ها" تہ ڪري ويٺس. اجا بہ ائين ڪئي چوان تہ "نہ" نہ ڪري سگهيس. ۽ جڏهن سندس ڪلام پڙهيم. جيڪو ہر ٺُلهن رجسٽرن تي اُتاريل هو ۽ اٽڪل پنج سؤ صفحن تائين پکڙيل هو تڏهن ڪيترن هنڌن تي مارڪنگ ڪيم. نوٽيس ورتم ـ ۽ جڏهن انهن کي سهيڙڻ ويٺس. تڏهن وڏيڪ پکيڙ ٿيندي وئي:

چـــو شـــاعر ڪـــي ٿـــا توريـــو؟.
ڪنهـــن ڏرتـــي نـــاهي تـــوري!(وفـــا)

شاعري پاڻ ڳالهائيندي آهي(يا اُن کي پاڻ ڳالهائڻ کپي) پڙهندڙ سان ـ ٻڌندڙ سان ـ مهاڳ. سرٽيفڪيٽ. راءِ. فليپر.... اهڙي شاعري قطعي ضروري نہ آهي. ها. البت اهڙي شاعريءَ جي ملهہ. ڪٿ لازمي آهي. اُهو ڪم تنقيد ئي ڪري سگهي ٿي. جيڪا عدم موجود آهي. ساهت ۾ بہ. تہ عام زندگي مان بہ!.

ڪنهن بہ شاعر جو شروعاتي دور. جڏهن هر ڪوري ڪاڳر تي لکڻ لاءِ من چاهيندو آهي. تڏهن ڪيسا تہ خالي هوندا آهن. پر دل پريل هوندي آهي. "وفا" بہ اهڙي دور ۾ لکيو:

ڳـاڙهـــا ڳـاڙهـــا پيـــر لهـــي پيـــا.
ڪانـــڊيرن ہر پيـــر لهـــي پيـــا.(وفـــا)

۽ پوءِ ٻيو خوابن لکيون:

هـــر طـــرف جـــي هـــوا.
پـــو بـــيـــہ روشـــن ڏيـــا.(وفـــا)

ون يونٽ جو ڳورو ڳنڍ سنڌڙي، جي ڪونج ڳچي، ۾ پاتو ويو. سنڌ جو نقشو ۽ نالو ٻنهي ڏنل آڱرين سان ڍانو ويو. ۽ ائين خدا جي نشاني، ڪي ميارڻ جي ڳنڍي ۽ ناپاڪ سڀڻ سڀني وئي. سنڌ جو نان؛ ڳڻهن ٻه ڏوهه ٺهرايو ويو:

سنڌڙي تنهنجو نا وتر،
ڪاريهر تي پير پيو !.(اياز)

پر سنڌ جا اديب ۽ شاعر سڄوري، سنڌ جي نالي ڳڻهن ڪان ڪونه مڙيا. هر طرف جي هوائن ۾ ڏيي بارڻ ڪان ڪرڻ مڙيا. ۽ ائين انهن تيل بدران خون جگر سان هر من ۾ جڳ مڳ جوت جيارڻ جو جتن جاري رکيو:

رت سان رکي،
مشعل ٻاري. (وفا)

۽ ائين هو مجاز تر حقيقت ڏانهن آيا:

حقيقت ڪي طبيعت جي روشني ٻهني .(شمشير)

سچ ته اهو آهي ته سنڌ جا سور ته آزادي ڪان پوءِ ئي شروع ٿي ويا هئا:

آزادي آئي، پر ماڳ نه پهتي ماروئي .(گدائي)

ون يونٽ کي بچائڻ لاءِ، ايوب خاني مارشل لا لاڳو ڪيو ويو. ۽ سنڌي ٻولي، کي پنجين درجي تائين واڙيو ويو:

رڳو ڪنن، ٻلن جي بادشاهي،
غلامي گندگي، جو ڏينهن آهي. (وفا)

سنڌي ٻولي، ساهت ۽ سينا لاءِ، اهو هڪ انتهائي خطرناڪ دور هو. اهڙو ذڪر مون اڳي ئي ڪيترن هنڌن تي ڪيو آهي. هتي اڙ ڪي هڪ پيرو

وري ورجائڻ ۾ ڪو حرج نہ ڪونهي. چاڪاڻ تہ ان دور جي جبر جي ذڪر کان سواءِ اسين شاعريءَ جي هڪ اهڙي دور سان انصاف بہ نہ ڪري سگهنداسين. ۽ انهي چوڻ ۾ مون کي ڪابہ هٻڪ نہ آهي تہ اهي اديب ۽ شاعر ئي هئا. جن پوري سگهہ سان. قومي آجپي لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ ٻولي جي محاذ تان هڪ وڏي ويڙهاند ڏني. سنڌ اهڙي ويڙهاند هر دور ۾ ڏني آهي:

چڙهندي ڇپائون. تہ ڏيندي ويڙهہ وڏاندري .(شاهہ)

پاڳو پيان ڪان لطيف تائين ۽ لطيف کان موجوده دور تائين اها رت ـ ليڪ ڪٿي بہ ٽٽي نہ ٿي:

پنهنجي پويان رت جي ليڪ ڇڏي. هلندا هلجو. (تنوير)

تنوير جي "ڪيڏارو" جي حوالي سان مان ان تسلسل جو ذڪر اڳ ئي ڪري چڪو آهيان. انهيءَ سموري صورتحال کي "وفا" غزل جي روپ ۾ اسان جي آڏو آندو ۽ شاعريءَ کي هڪ مقصد عطا ڪيو:

آزادي جـــــو متوالـــــو.
پڇـــري ســـوڙو اڏري ويـــو .(وفــــا)

پو. سنڌي ادبي سنگت جي سنڌي ٻولي بچائو جي تاريخي تحرڪ، سنڌي زبان سوسائٽي جو قيام. ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ جي تحريڪ. جلسا. جلوس. جيل. سزائون. تهمتون. فتوائون:

جرئـــت اظهـــار آ زنـــدان ۾.
ســـچ گســـتاخي آ تهنجـــي شـــان ۾.
(وفا)

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ جنهن دور سان "وفا" سلهاڙيل آهي. سو سنڌي شاعريءَ جو هڪ سونهري دور آهي. ۽ جنهن کي سگهن اهوجا "روشن چانورو" ۾ نارائڻ شيام جي شاعريءَ جي حوالي سان "نئون ڪلاسيڪل يُگ" ٿو سڏي. "وفا" انهي دور مان بہ لنگهيو. هڪ آس ڪٿي ـ اساهہ ڪني:

پونـــــــــدا ڪـــــــــڍهن .
ڏونـــــــــــگر ڏري .
(وفا)

۽ پوءِ اهو ڏاڍ جو ڏونگر ڏري پيو . ون يونٽ جو بُت پورا پورا ٿي ويو ۽ "وفا" ڪڍهن بہ . ڪٿي بہ . سنڌ ماءُ جي ٿڃ نہ لڄائي:

نمڪ حرام . نہ ڪي بي ضمير آهيون دوست .
خلوص دل سان پيا سنڌ سان نباهيون دوست.
(وفا)

اهڙي ڪاري ڪهري رات ۾ هن خواب ڏٺا. ڪُليل اکين جا خواب . جاڳندين اکين جا خواب . جيڪي شاعر کي زنده رکندا آهن ۽ اهي خواب هو پنهنجي پڙهندڙ کي ارپيندو آهي:

آزادي، جـــــا خـــــواب ڏســـــي .
قيـــــــدي، رات گـــــــــذاري آ .
(وفا)

پو. "وفا" جهڙو حساس شاعر اڪڻ اڪيلائي، جي دور مان لنگهيو:

روز گهمـــــن تـــــا ميـــــلا مـــــاڻهو .
پريـــــي نـــــپ اڪيـــــلا مـــــاڻهو.
(وفا)

۽ هو نوڪري جي نوڪري ڪٿي سچي سنڌ ۾ رلندو پنڪندو رهيو. زهر پيئندو رهيو ۽ شعر لکندو رهيو. ائين هو زهر کي امرت بڻائڻ جي تجربي جي ڪوناري ۾ تپندو ڪُندن بڻجندو رهيو:

ســـونَ وانـــگر هميشـــہ رهياســـين وفـــا .
هـــر چتـــا ۾ اســـان ڪـــي جلايـــو ويـــو.
(وفا)

انهيءَ رولڙي واري ڏکهي دور ۾ هن جا خط ايندا رهيا. هن جي قد وانگي ئي ڏگها ڏگها خط. انهن خطن مان هن جي ذهني ڪيفيت جو پتو پوندو هو. هو پنهنجي خطن ۾ پنهنجي منتشر زندگي وانگر ٽڙيل پکڙيل شعرن کي گڏ ڪ ڻ ۽ مجموعي ترتيب ڏيڻ سان گڏوگڏ اهو بہ ضرور لکندو هو . تہ هو اهي سمورا شعر مون وٽ ڪٿي ايندو ۽ مون کي.اهي ڏسنا بہ پوندا ۽ انهن تي لکڻو بہ پوندو. سو فيبروري 97ع جي هڪ منجهند جو "وفا" نيٺ اچي سهڙيو. بہ ٿُلها رجسٽر سان ڪٺي. انهن مان هڪ رجسٽر ٿي 291صفحن جو هو يعني

291 غزل! "وفا" ٻڌايو تہ هُن ساڍا ٽي هزار کن غزل لکيا آهن. مقدار جي لحاظ کان اهو هڪ وڏو انگ آهي. پر معيار جي لحاظ کان بہ "وفا" موجوده دور جو هڪ اهم غزل گو شاعر آهي.

ڪنهن بہ هڪ صنف پر، سو بہ غزل جهڙي صنف پر، جنهن کي ڏاري صنف چئي عُدوليو بہ ويو، ايتري مقدار ۽ معيار ۾ لکڻ هڪ ڪارنامو ئي تہ آهي. "وفا" نہ رڳو غزل جي دڪشن ۾ سنڌي ٻولي، جي تخليقي گُڻن کي ڳولي لهي ٿو، پر هو لفظ گهڙڻ جو هنر بہ ڄاڻي ٿو. ايتري لکڻ کان پوءِ بہ هو ڪانشس آهي. خاص ڪري ساڪن ۽ متحرڪ پڇاڙين جي مونجهاري بابت. انڪري هو پنهنجو ڪلام "آئمر" جي حوالي ڪري ٿو. "آئمر" سڄي ڪلام کي اتاري بہ ٿو ۽ ڏسي بہ ٿو، پر جڏهن "وفا" مون کي اهي اسڪرپٽ ڏنا ڏسڻ لاءِ ۽ انهن تي لکڻ لاءِ. تڏهن ان جي ڪيترين ـ سٽن تي "وفا" ڳاڙهن ٽِڪن سان مارڪنگ ڪئي هئي. "وفا" کي اصل ۾ پنهنجو ڪلام پاڻ اتارڻ گهرجو هو. جنهن لاءِ شايد هن وٽ وقت نہ هو. اِهو اُهو ئي دور هو جڏهن اياز "گيڙو ويس غزل" تخليقي رهيو هو. ٺيٺ سنڌي غزل جي ـ ان روايت جو ڏس اسان کي "سانگي" وٽ بہ ملي ٿو:

جي سهڻو پاڻ سڏائي ويا البيلون اکيون اٽڪائي ويا.
چپ چاشنيدار چکائي ويا سُتي سورن کي تہ جڳائي ويا.
(سانگي)

ائين اڳتي هلي ڪافي نما غزل ۽ غزل نما ڪافي جي روايت جُڙي.

اياز، شمشير، شيام، تنوير، ايم ڪمل ۽ ذوالفقار راشديءَ جهڙن وڏن جديد غزل گو شاعرن ۽ طالب المولىٰ، احسن الهاشمي، علي محمد مجروح ۽ شبير هاتف جهڙن اهم ۽ وڏن روايتي غزل گو شاعرن جي موجودگيءَ ۾ "وفا" پنهنجي لهجي کي منفرد رکڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. ايتري گهڻي لکڻ کان پوءِ بہ هو پاڻ کي ڪٿي بہ ورجائي نہ ٿو. هو غزل ۾ گهڻي کان گهڻا موضوع، وارتائون، ترڪيبون، تشبيهون ۽ لفظ پڻ ڪٺي آيو آهي. هو مسلسل تجرباتي عمل مان اڪري پار پئي ٿو. خود هن جيڪي بحر وزن جا تجربا ڪيا آهن. اهو بہ هڪ الڳ موضوع ٿي سگهي ٿو. سنڌ ۾ رُلڻ پِنڪڻ جي ڪري هن جو مشاهدو وسيع آهي ۽ هن جي مشاهداتي حس بہ ڏاڍي تيز آهي. ائين "وفا" نوان گهاڙيٽا گهڙي ٿو ۽ هڪ الڳ ۽ منفرد ردم کي رواج ڏئي ٿو ۽ ننڍڙي فارميٽ ۾ وڏي ڳالهہ ڪرڻ جو ڏانءُ رکي ٿو:

مـــــــــن ســـــــــرڪاري.
تـــــــن دربـــــــاري.

پجرا ماري،
شهر شڪاري.
ڪٽ تي سائين،
پٽ تي هاري.
اهو نج وفا جو لهجو آهي:

سائي جنهن سان آ ساجن،
سا هاريائي، راڻي آ.

ڪن نيڻن ۾ رت ڦڙا،
ڪن نيڻن ۾ پاڻي آ.

هر چونڪ صليب آهي،
هر موڙ تي ڦاهي آ.

غيرن جو عروج آهي،
پنهنجن جي تباهي آ.

چوليون، چوليون،
ماٺ ۾ ٻوليون.

شاعر ـ جي سرشت ۾ بغاوت ۽ انقلابيت جو ٻج ڇٽيل هجڻ لازمي آهي، ۽ هن کي ان ٻج جي آبياري خونِ جگر سان ئي ڪرڻي آهي. ائين هو ڪنهن تي ٿورو نہ ٿو ڪري، بلڪ اهو هن جو ظرف آهي.

ڪڏهن عيسيٰ، ڪڏهن منصور آهيان،
مان پنهنجي ظرف کان مجبور آهيان.
(وفا)

"وفا" جي لهجي ۾ جيڪا تلخي آهي، اها خارجي آهي. جيڪا هن کي سماج کان ئي ملي آهي. ۽ هڪ سچي شاعر جي بنيادي ذميواري اها

۽ آهي ته هو ان سموري، تلخي کي، سموري وهٺ کي هڪ تڪ پي. امرت ڪري جڳ تي اوتي ڇڏي:

رات ڏٺـــو مــــون ســـپني ۾،
ســنڌڙي جـــي هـــٿ ۾ ڪشـــتو.

پرينـــدڙ اوهـــان زخـــم تهذيـــب!
اوهـــان جـــي شـــرافت تـــي ڇـــڏيون!

چوطـــرف ســـچ لڳـــي پئـــي آهـــي،
ٿـــو وتيـــن پـــاڻ کـــي راڪـــاس ڪيـــو.

ڪپـائي سـنڌ کي پـو سـنڌ جـا سـڏايون پـاڻ،
انهـن ذلـيـل ضـميـرن مـان پـاڻ نـاهيون دوسـت.

سـڏائي سـنڌي ،لـٽيون سـنڌ کي غضـب آهـي،
ڏيون ٿا پـاڻ ٿي پنهنجي گهرن کـي بـاهيون دوسـت.

وفا جي لهجي جي اِها ڪڙان:
هيـــر يـــي لـــــــڪ ٿئـــي،
حيـــف ٿئـــي ٿـــــــڪ ٿئـــي.

۽ سچ کي بنا ڪنهن للي، چپي، جي، بنا ڪنهن ٻت ٻت جي منهن تي ٺهڪائڻ هن جي ريت آهي. پوءِ ان جو رد عمل ڪهڙو ٿو ٿئي: سو يقيناً ڏسڻ وٽان هوندو:

هـــر پڙهنـــدڙ جـــو بـــــــچڙو منهـــن،
اڻ وٽنـــــدڙ تحريـــــر اســـــان.

اڄ جڏهن ادب ۾ گروهــ بنديـون آهـن، مـن تـرا حـاجي بگـو جـو ڪاروبار آهي، ٺيڪيداريون آهن، ٽپا آهن، فترائون آهن، تـڏهن "وفـا" پنهنجي بنيادي فرض سان سچو رهيو آهي:

لاٿـــي آ مـــون ڪــٽ غــزل تـــان.
پنهنجـــو رنـــگ ڇـــائڻ خـــاطر.

توڙي جو هو ان احساس جو شدت سان اظهار ڪري ٿو:

اهـــي بيـــن زبـــان تـــي.
ڇـــا ڪريـــون تقريـــر اســـان؟.
(وفا)

پر، ٻه هو ڪڏهن ٻه. ڪٿي ٻه. پنهنجي بنيادي فرض کان منهن نه ٿو موڙي:

تـــوڙي پـــن ڇـــڻ لڳـــا پيـــا هـــون.
منهـــن تـــي لالـــي ڪنيـــون وتـــون ٿـــا.
(وفا)

توڙي جو هُـن جو پنڌ اُپن ڪاون تي اگهاڙين پيرين پنڌ آهي. پر پو، ٻه هو سـاٿ ڪي اڳتي وڌڻ لا، اتساهي ٿو:

بـــاقي ســـڌ ڪـــن پنـــڌ اٿئـــي.
يـــار! مـتـــان گهبرايـــو اٿئـــي.
(وفا)

اڄ جڏهن دعوائن جي باوجود سنڌي ٻوليءَ. ڪهاڻي ۽ شاعري تي. ۽ مجموعي طور سنڌ تي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن آهن. تڏهن "وفا" جي شاعريءَ جو منظرِ عام تي اچڻ. گُهٽ ٻُوسـٽ ۾ ٿڌي هير جي جهوٽي وانگر آهي:

ڪفـــر. اونداهـــ ۾ رکـــن.
منهنجـــو مذهـــب پيـــار ٿئـــي.
(وفا)

"وفا" وٽ روايتي تغزل ٻه ملي ٿو. پر هـو ان کي وقت ۽ حالتن جي تقاضا پٽاندر ورتائي ٿو ۽ ان کان بغاوت ٻه ڪري ٿو.

ويـــزا جـــي تكليـــف نـــ كـــر .
زم زم چـــاڻ پريـــن، جـــي پـــ ـــڪ.

(وفا)

"وفا" جو غزل روايت ۽ جدت جو سنگم آهي . پر ائين چوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو تہ "وفا" سنڌي غزل جون نيون روايتون قائم ڪيون آهن . ۽ غزل کي سنڌي شاعري جي هڪ مانائتي صنف جي پد تي پهچائڻ ۾ هن هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. رهي ڳالهہ مڃتا جي تہ هڪ سچو شاعر شهرتن کان سدائين پري ڀڄندو آهي ۽ "وفا" کي بہ اهڙي ڪنهن مڃتا جي ڪاڻي نہ آهي:

روپـوش ڪـي رهـن ٿـا سـدا بـاغين جيـان .
۽ ڪـن کـي خوامخواهـہ ٿـي شـهرت ملـي وجـي.

(وفا)

پر اسين "وفا" کي اهڙي مڃتا ڏئي، دراصل پنهنجو پاڻ کي ئي مڃتا ڏيون ٿا :

مـــون شـــاعري کـــي ڇـــا ڏنـــو ؟ .
اهـــو بـــ ڪجهـــ حـــساب ڪـــر .

(وفا)

۽ شاعري، هن کي ڇا ڏنو آهي؟ اهو هڪ الڳ موضوع آهي.

*امداد حسيني*

ڄامشورو سنڌ.



# وفائن جو شاعر

ايياس

وفا ناٿن شاهي امرت سر جو چاول، خيرپور ناٿن شاهہ ۾ نپايل - وڏو ٿي امرت سري. سڏائن ٻدران "وفا ناٿن شاهي" سڏايو. ور . جاتي ۽ جهلوري وغيره جهڙن ڳوٺ نما؛ شهرن ۾ جيون جون گهڙيون گهاريندي سنڌ ڌرتي جي مٽيءَ ۽ ماڻهن سان محبتون نيائڻ ۽ وفائن جو وکر وهائڻ ڪارڻ نج نبار سنڌي غزل گهڙيندو ۽ شاعري ڪندو رهيو آهي.

هي ذات جا ڏنگ سهي قلم جو پورهيو ڪندڙ سنڌي ادب جي پارکن ۽ پڙهندڙن ۾ مقبول هوندي بہ .هن طبقاتي سماج جي سنڌن مان ڦٽندڙ ۽ اُسرندڙ ادب ڪيتر جي روايتي وڏ نندائي واري ڳالهيئي ۾ سکهاري موت ماڻي ناهي سگهيو. ان جو سبب اهو آهي تہ هن وٽ سواءِ پنهنجي شعرن جي ٻيو ڪوبہ وڏائي وارو گڻ موجود ناهي. جهڙوڪ - اميري. وڏو عهدو يا واه واه! ڪرڻ وارو وڏو گروپ. نہ وري ڪو هي ڪنهن وڏي شهر جو رهواسي شاعر آهي. جو لڳ لاڳاپي ۽ پنهنجائپ جي آڌارتي ڪنهن ڏر ڪان هن ڪي ڪا وڏي مڃتا ملي وڃي ها.

مطلب تہ اهڙن هٿ ٺوڪين ماپن ۽ تورن ڪان هي سادگي ۽ سياڃهپ وارو سچاڻ شاعر گهڻو پراهون بيٺل آهي. ان ڪري هي رڳو شاعر آهي ۽ اهائي سندن اصل سڃاڻپ آهي. انهي حقيقت ڪان انڪار ڪنهن لاءِ بہ ممڪن نہ ٿيندو.

ان ڏس ۾ هن بہ ڪنهن جي ڪاڻ ناهي ڪڍي. هي پنهنجي ليکي سواءِ ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي رڳو ڏيندو رهيو آهي. پنهنجا شعر توڙي پنهنجون محبتون هڪ سچي ذات ڏٺي، وانگر . هن جو ديس ۽ ان جي واسين سان نينهن ناتو منافقي واري سوچ ڪان مٿاهون ۽ غرض جي هر گهرج ڪان آجو رهيو آهي. هن انساني حيات ۽ جياپي جي جاکوڙ لاءِ هر آزار ڪي اندر ۾ سٺو آهي. ان ڪري هن جي ادراڪ جو هر اڌمو زخمي ۽ احساس جو هر اڪر گهائل آهي. جن هن جي شاعري کي درد سان ڳڍ گهرائي بہ بخشي آهي. زماني ۽ زندگي جي مڙني رنگن، روپن ۽ گوندرن کي اندر جي اکين سان ڏسي وائسي ۽ پرکي پنهنجي ذات جي اُهڃاڻن ۾ رچي ڇڏڻ جو وٺن سهڻو

ڏانءُ آهي. جنهن جو اثر هر پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي دل کي سنئون سڌو ڇُهي وڃي ٿو.

سندن مست الستي شخصيت وارو جذبو هن جي غزلن مان اُڀري اچي ٿو. جنهن ڪري هن جي غزلن ۾ پاڻي جي وهڪري جهڙي رواني اچي وڃي ٿي. ان ڏس ۾ پاڻ ڪٿي ڪٿي سچل جي سچائي جي پيروڪاري ڪندي نظر اچن ٿا.

نــ الله آهـيــان نــ شـيـطــان آهـيــان.
مــان آدم جـو اولاد انـســان آهـيــان.

يا

ڪــڏهن عيـسـيٰ ڪــڏهن منصــور آهـيــان.
مــان پنهنجـي ظـرف ڪــان مجبــور آهـيــان.

۽

دوزخ جـي هــر چڻنــگ اسـان جـو ورثــو.
جنــت ڏاڏائــي جــاگير اســان جـــي.

سندن تخليقي سگهه مان ذهني پيڙا جون سموريون وارتائون جـُـهڙ جـُـهڙالي مان ڪَني ڪيي لياڪا پائيندڙ سج جيان لڳن ٿيون. اهڙين اڻ سهائيندڙ حالتن ۾ شاهه جي هن شعر. "محبتي ميڙي ڳرٽ اَڏجي هيڪڙو" وانگر "وفا" هن ڪـُل جـُڳ جي مائهن ۽ مائهپي سان پوري ريت وفائون نڀايون آهن. توڙي ڪٿي هن اڪين پور زماني جي خود غرضي. بي حسي ۽ پاڻ پٺو هن لاء ڏک جو سبب بڻجي وڃن ٿا. پوء به هو وڏي ظرف سان ڪين پنهنجي تڏي جو ڀرم رکڻ لاء چوي ٿو (جيڪا سنڌ جي روايت رهي آهي) ۽ ان سان گڏ "وفا" جي ڏُڪار جي خاتمي لاء دعائون گهري ٿو.

مثال:

نــ ٽـُـڏ مـون کـي پنهنجـي تـڏي جـو ڀـرم رک.
وفــا ٻــن ڏهــاڙن جـــو مهمـــان آهـيـــان.

ڪوئي گهٽ وڌ ب چوي ٿو ت ڏيون ٿا مُرڪي.
يا وڏي ظرف جا مالڪ هون يا بزدل آهيون.

عاشقو سڀ گهرو دعا گڏجي.
شل ”وفا“ جو ڏڪار ختم ٿئي.

هُن جي شاعري رڳو الفاظن جو اسلوب يا سٽن جو سٽاءُ ناهي. پر هن هڪ شاعر جي ازلي فطرت پٽاندڙ جيت سونهن کي واکاڻيو ۽ پيار کي پوڄيو آهي. اُت قومي ۽ ملڪي مامرن کي پنهنجي شاعري جو دائمي سنيهو پڻ بنايو آهي جيئن :-

روح جان جسم ۾ امر ٿو لڳي.
من مان مٽي جي بات ڪڏهن ڪڏهن ٿي.

وري عالمي امن سوري چڙهيو.
ويون پهچي هر هند تارون وري.

ساڳي ريت وقت جي جلادن هٿان ايامن کان مصلوب ٿيندڙ امن ۽ آشتي جا رتوڇاڻ اصول. بي آبرو ٿيل انسانيت. اڻ برابري ۽ نا انصافي وارا ويڇا ۽ گهٽ. وڌايون. انساني حقن کي غصب ڪندڙ هاڃا ۽ قومي عزت جي سترپوشي کي چيهاڙيندڙ هر اوکري عمل خلاف هن لڙجيو ۽ لکيو آهي. ان سلسلي ۾ سندن چوڻ آهي ت:

گهاٺو ب وهون ڪوپاب پٿون.
اندو ٿي وهڻ مشڪل آهي.

جو تڪارو صليب تي ٽنگيل.
مقتلن مان حيات گذري ٿي.

سڀ اکيون چون ٿا ”هي گهٺا هن“؟.
وفا اندير در اندير آهي.

يـــاڳيو ڦاســـي پيــــو خـــود كيـــس ۾.
تـــو ســـڄاتا چـــور جـــا پيـــرا چڱـــا.

مطلب تہ ھن سرجڻھار کي سنڌي غزل جي سرواڻي ۾ ليکي سگھجي ٿو. جنھن پنھنجي آدرشي اُھڃاڻن ۽ اُڇت اکرن جي استعمال سان غزل کي سونھن ۽ نواڻ ڏني آھي ان ڏس ۾ ڏنل تشبيھون ۽ اصطلاح پڻ من موھيندڙ ۽ نيارا لڳن ٿا. ھن وٽ لفظن کي سٽن ۾ جڙڻ جو سھڻو ڏان؛ ۽ جذبن جي ڳنجار جو سُريا ردم آھي.

کيـــون ھـــاڻ کنھـــن ســـاڻ رڏيـــون.
اُڳـــي کوڙکيـــون. ھـــاڻ ڊڀيـــون.
ايئـــن فريـــاد ڦـــاٿل اُ نـــڙي، ۾.

ان ۾ رڏيون ، کوڙکيون. ڊڀيون ۽ نڙي جھڙن اکرن جي جوڙ جڪ نئين نظر اچي ٿي. ساڳي ريت بلا تي پير جھڙا انيڪ اصطلاح ۽ يادن جو جُھڙ . اکين جون اوڇنگارون ۽ ٻوٽن جو ڇتيل ٻور جون تشبيھون وغيره سندس شاعري جي اڪيچار تجنيس جا ٺورا مثال آھن.

صليبـــون ،ســـوريون ،گھائـــا ،چٽـــائون.
محبـــت ڇـــڻ بـــلا تـــي پيـــر آھـــي.

يا

وري تنھنجـــي يـــادن اچـــي جھڙکيـــو.
اکيـــون ٿيـــون ڏيـــن اوڇنگـــارون وري

مطلب تہ سنڌي غزل کي سچائي ۽ سوڀيا جو سلھاڙيل دستور ڇئجي تہ غلط نہ ٿيندو. البت ڪٿي زير اضافت جو استعمال ۽ ڏٺت گلچين ۽ وگرنہ جھڙو اڌ لکو فارسي رنگ. چنڊ ۾ داغ مثل لڳي ٿو. ٻچاڙي ۾ رڳو ايترو تہ "وفا" جا غزل پڙھي مون پنھنجي اکين جون آليون ليندي پانيون ھيون ۽ اھا ئي سڀ کان وڏي مڃتا آھي.

مريم مجيدي

سُھاڙل ضلعو لڙو سنڌ

# اسين "وفا" جي درد جا سوڳوار آهيون

## راءِ

اسين "وفا" جي درد جا سوڳوار آهيون. هو ڪـل ڪان خالي ٿي ويـل شخص آهي ۽ درد جي ڪنهن آخري حد وٽان جڏهن موٽندو آهي تـ پنهنجي جهولي، بر ڪيترائي ڪارن گلابن جهڙا درد پريا غزل ڪٺي ايندو آهي. ڏکن جي ڪاري رات بر هن جا شعر اها روشني آهن جنهن آڌار بـ فقط ڏکن جون ئي صورتون ڏسي سگهجن ٿيون. "وفا" وٽ شاعري، بر اظهار اينرو ئي سچو ۽ سگهارو آهي. جيتري درد جي حقيقت!. "وفا" پنهنجي وجود جي ڪشڪول بر تمنائن ۽ حسرتن جي تڪميـل لاءِ ڪنهن بنواسي جي صدا جيان پاسندو آهي. يادن جي ٻيڙي ڪٺي لفظن جا ونجهہ هلائيندو. هو جڏهن اکين جي نير جهڙي شاعري، جهونگاريندو آهي تـ زندگي جي سموري ڍنڍ تي هڪ اجنبي مانڌ لهي ايندي آهي. هن جي "شوق" جي "سلام" کي جڏهن اکيون شرف تبسم بخشينديون آهن. تـ هو ڪيڏي نياز ۽ نوڙت سان سراپا ممنون ۽ مشڪور بنجي ويندو آهي.

سـلام شـوق ڪـي شـرف تبسـر!.
وفـا ممنـون ۽ مشـڪور آهيـان.
(وفا)

"وفا" جنهن سان زمانو بي وفائن جيان ٿي ورتاءُ ڪندو رهيو آهي. پر سندس شاعري، ڏانهن "باوفائي" ڪيس هڪ پرپور نياءُ ڪندڙ شخص جيان پترو ڪري ٿي. توڻي جو هو پنهنجي جنم جي درد ناڪ المئي کي چٽيل پور جهڙي تشبيهہ ڏيندي چئي ٿو:

پنهـي گـڏجي جي پوکيـا هـا. هٿـن سـان.
انهـن پوٽـن جـو چٽيـل پـور آهيـان.
(وفا)

پر پان سان ٿيل بيوفاوُن بـ وڏي وفا سان لکڻ هڪ وڏي وفاداري آهي. ۽ اهو ئي گڻ "وفا نائن شاهي" کي سوري ۽ اسان جي ساهہ بر سمائي ٿو ڇڏي.

"وفا"! جنهن جي وجود جي نشي ۾ ايترو تہ نشو آهي. جو نشا بہ حيران ٿي ويندا آهن ۽ هو ان خمار جي لهندڙ ۽ اڀرندڙ سمنڊ مان موتين، سپين ۽ ساحلن جهڙا گيت جوڙيندو آهي. جنهن جي لهرن جهڙي رواني ۾ ساگر جي گهرائي ۽ سچائي جهڙو انت اوتيل هوندو آهي. شاعري ۾ لفظن جو جڙاءُ جهڙو "وفا" وٽ آهي اهڙو "وفا" وٽ ئي آهي. ڪنهن چيو پئي تہ "وفا" جهڙن شاعرن وٽ رلي بہ ڪانهي ۾ شاعريءَ جي ٽُڪ سان هو اهڙيون رليون جوڙي ٿو. جنهن جي سونهن جا رنگ هن ڪي سُجو ٿيڻ نٿا ڏين.

"وفا"! اهو رولاڪ شاعر آهي. جنهن شاعريءَ جي پرشور هجوم ميلي ۾ ڪنهن ٻار جيان ٻجائجي ويل، غزل کي ڳولي ۽ ڪنهن شفيق پيءُ جي شفقت جيان سنڀاليو ۽ پاليو آهي. اسان جي شاعرن جي ڊگهي قطار ۾ چند نانءُ چڱي جن بہ سنڌي شاعري، ۾ گپ سان راڳو ڪير آهي. يا ڪٿي ادبي رسالن جي انڌ ڇانڌ ايڊيٽرن هٿان شاعريءَ جي نالي ۾ اسان تي جيترو گند ۽ ڪچرو اڇلايو ويو آهي. اهڙي حالت ۾ "وفا" جهڙو شاعر پنهنجي ڏن ۾ جيڪا "ڏن" وڄائي پيو. سچ پڇ ان جي وڄت جو ويساهہ شاعري جي وڃايل ساک لاءِ هڪ ڀرپور سهارو آهي.

"وفا"! سنڌي شاعري جو اهو بشر آهي جنهن جي شاعري زنده نور جو دليل آهي.

تعارف مختصر منهنجو اهو آ.
بشر آهيان، دليلِ نور آهيان.
(وفا)

"وفا"! جهڙا شاعر حسن جي ناداني لاءِ ڇا تہ تڙپائيندڙ سٽون سوچين ٿا.

عشق جي نامرادين تي کلي،
حسن نادان! ايترو نہ هجي.
(وفا)

عشق جي نامرادين تي حسن جو کِلڻ ۽ ان جي اهڙي ناداني خود حُسن لاءِ هڪ وڏو بهتان آهي. "وفا" وٽ مَرڪن ۽ ٽَهڪن جي رڳن جو تحرڪ رُڪجي وڃي ٿو. جيڪڏهن انهن وٽ غمن جو سلسلو نہ هجي.

نبض هر مرڪ جي وڃي رُڪجي.
جيڪڏهن غم جو سلسلو نہ هجي.
(وفا)

"وفا" وٽ خلوص جي شدت آڏو هر ڏاوائي ۽ هوڏ پريو ڪردار پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ٿو ڇڏي يا ڀي، خلوص جي انتها آڏو اهڙي ڪردار جو هار ڪائي هارجي وڃڻ. وفا جي "وڏائي" جو ثبوت آهي.

نيٺ منهنجي خلوص جي شدت.
تنهنجي ڪردار کي جهڪائي وئي.
(وفا)

پر جڏهن وقت جي تکي ۽ تنهن آس اکين جي نيٺن سان گڏ. دل جهڙو گهرو درياء به سکائي وجي ته. پوئتي رهجي ويل آثارن ۾ "وفا" جي لفظن ۽ زخمي جهڙي دانهن نه هوندي ته پيو ڇا هوندو!؟.

وقت جي آس. اکين جي نيٺن سان گڏ.
دل جو درياهه پي سکائي وئي.
(وفا)

لُڙڪن جو پلو مصرف اهو آهي. جو اهي پيتا وڃن. انهن جي خوبصورت پچائي به اها آهي. ته انهن کي ڪو پي وڃي. پر جيڪڏهن اهي اکين جي پريل ٿانوَ مان هارجي پيا ته اهو عمل لُڙڪن لاء وڏي ويڌن ۽ مصيبت جيئن آهي.

پيئڻ کان پي بچي ويا لُڙڪ منهنجا.
مصيبت ۾ اچي ويا لُڙڪ منهنجا.
(وفا)

۽ لڙڪن جي هڪڙي ڪهاڻي جڏهن رخسار جي ڳاڙهاڻ ۽ ڳاڙهي باهه ۾ پتنگن جيان پچي ۽ پچائي کي پهچي ٿي ته ان جو اظهار "وفا" وٽ ڪيڏو نه باڪمال آهي.

هئيو رخسار يا شمع فروزان.
پتنگن جيان پچي ويا لڙڪ منهنجا.
(وفا)

"وفا" اهو شاعر آهي. جنهن جي شاعري زندگي جي رات تي چاندوڪي جيان چانيل آهي ۽ جنهن جي روپي پدن مان اتندڙ ڪرڻا. اسان جي نشن جي ڳوڙهن ۾ جرڪندا رهن ٿا. ۽ پوءِ جواني جي ارادن آڏو جڏهن چنڊ پهريدار هجي. ته چنڊ کي ٿالهين ڏانهن لڙڻ ۽ رات جي ٺري وڃڻ جهڙو انتظار وفا وٽ ڪيئن نراڪرن ۾ اوتجي آيو آهي.

اڄ جواني جي ارادن جو ڪيون استقبال.
چنڊ تارهين ڏي لڙهيو. رات ٺري اسائين.

(وفا)

"وفا" جنهن تو ڪلامي سوجهرا ۽ بدنام ڪري وجهندا آهن روشني! هر صبر ۽ ضبط جا ڳوڙها ظاهر ڪري وجهندي آهي. روشني جا مثبت عنصر آهي. اُن جي نفي ڪي "وفا" جا ته هنن سٽن ۾ نڀايو آهي.

منهنجا ڳوڙها نه ٿي پون بدنام.
تنهنجي مَحفل ۾ سوجهرو نه هجي.

(وفا)

ته دوستو ان کان اڳ جو "وفا" سان زندگي "وفا" نه ڪري، اڄو ته سائين پيار ۽ محبت جي وفا جو اهو احترام ڪريون ۽ ڪيس اها محبت ڏيون جنهن کان محروم رهندي هو سراپا محرومي بڻجي ويو آهي.

نيرن تي تير آهن.
جهيرن ۾ جهير آهن.
ٻيڙي وفا جي تارڻ.
سڀ دستگير آهن.

(وفا)

...... ۽ بلاشڪ "وفا" بظاهر ته "وفا ناٿي شاهي" آهي. ۾ دنيا جي هر هڪ "ناٿي شاهه" کان هو تمام. تمام وڏو ماڻهو آهي.

بخش مهرانوي
سانگهڙ سنڌ.



# درد جي پل صراط تي بيٺل مان ۽ منهنجي شاعري

شاعر پاران

گذريل چوڏهن سالن کان جانورن جي پالنا واري کاتي ۾ نوڪري هئڻ سبب، مان انسانن کان وڌيڪ جانورن جي ويجهو رهيو آهيان. انهن عجيب قربتن مونکي اهو احساس بخشيو آهي، ته جانورن ۾ الفت جو احساس انسانن کان وڌيڪ آهي. جتوڻيڪ ماڻهن سان منهنجي محبتن جو سلسلو منهنجي جنم ڏينهن کان شروع ٿئي ٿو.

انهي طويل مسافري ۾ ڪنهن ٿاني همسفر اها ء منهنجي پهنجي منزل تي پهچڻ جي جستجو ۾ يا ته مونکي پسي حدي ڏنا. يا وري مونکان رستو ئي مٽائي ويا. ۽ مان اڃا تائين انهي ٻڌ ۾ ادسان. مون پنهنجي محدود سوچ موجب انساني محبتن کي ماده پرست محسوس ڪيو آهي. شايد اهو ئي سبب هجي جو مونکي محبتن جي موت ۾ رڳو نفرتون ئي پلء پيون آهن.

ڏکن جي ونڊ ورڇ لاء، مون جنهن کي به هن مهل تائين، همدرد سمجهي وٽس لنگهي ويس. سندس دل جو بند دروازو کڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ته سندس دل جي بند دروازي تي ڏکار جو ڏک ڏسڻ لاء بيٺل. انهي آگاهي جي بورڊ منهنجو مذاق اڏائيندڙ مرڪ سان اذر ياء ڪري هميشه مون کي هٿ لوڏي هلي پون جو اشارو ڪيو آهي. ائين سڄي زندگي مان پنهنجي اندر ۾ درد جو هڪ درياهه کڻي. دلين جي بند دروازن تان مرڪي واپس موٽندو رهيو آهيان. درد جي ديوتا جي مسلسل مهربانين مونکي سورن جو اهو اڻ کٽ سمنڊ بخشي ڇڏيو. جنهن جي ٻئي پار پهچڻ جي ڪلهنا ۾ ڪوي ٻڏجي. انهي اڇاڳ سمنڊ کي جهاڳيندي جهاڳيندي، مونکي پنهنجي زندگي جي نما شام ته نظر اچي رهي آهي، پر درد جي ان بي انت بحر جي ٻئي ڪناري جو اڃا تائين ڪو پتو ڪونه ٿو پوي!، شايد ڪٿي به ڪونهي.

جو ته غريباڻي ڏکن جي بيجاڻپ، دنيا جي نقشي ۾ هر هنڌ ساڳي آهي. ۽ اڄ تائين ڪوبه دنگ جو دائرو جهڙي انهي کي سرحدن ۾ قيد ڪري نه سگهيو آهي. جاڪاڻ ته درد جو واسو ته خدائيت جي تصور وانگر هر هنڌ آهي!.

ڏک رڳو اهڙو آهي. نه ان کي ونڊ ولڙو نه مهر پار آهي ۽ نه هن پار آهي. شايد ڪٿي به ڪونهي!. پر اهو الميو ته چاهيندي به. هڪ آدرشي انسان کي درد جو سفير بڻائي. غريباڻي ڏکن جي عالمي سطح تي سفارتڪاري ڪرڻ جو مشڪل فرض ادا ڪري ڇڏي.

مون ان فرض کي قرض سمجهي لاهڻ خاطر . پنهنجي شاعري ذريعي شعور جا ڏيئا ٻاري . پنهنجي ذميواري پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهي ڏيئي جي لاٽ کي تيز هوا يا طوفان ۾ جهٽڪي سان جهيڻو ٿيڻ يا جهٽ ڏيئي اجهامي وڃڻ کان بچائڻ خاطر .وٽ يا تيل بجاء . پنهنجي رت جو استعمال ڪيو آهي . مان هجان نه هجان [1] ۾ منهنجي رت مان ٻريل اها لاٽ. ٻاٽ اونداهين کي صدين تائين پرهه جا پيغام پهچائيندي رهندي. بس اهو احساس مونکي فنا جي قلهيار مان ڪڍي. بقا جي اها اڻ اجهامندڙ ٻاهه ٻڌائي ٿو ڇڏي . جيڪا مون ٻاڻا جڳن تائين منهنجي جذبن کي جوالا بخشيندي رهندي.

نوڪري جي نوعيت جي حساب سان . سنڌ جي ڪند ڪڙڇ ۾ منهنجي ٻنتي ٻيل گُونن ۽ واهڻ جي مارو ماڻهن سان تمام گهڻي پنهنجائپ رهي آهي. نوڪري ۾ بدلين جو رولڙو 1987ع ڌاري رلائيندو رلائيندو مونکي لاڙ جي ننڍي ضلعي جي ور شهر مان ميرپورخاص ضلعي جي ٻراني ڳوٺ نما ننڍڙي شهر جهلوري ۾ وٺي ويو. سنڌ جي سهڻي واهه اسٽ جمڙائو جي ساڄي ڪپ تي .من موهيندڙ منظرن . ٻڙن جي گهاٽي ڇانورن ۽ جر جو ناريل جهڙو اجرو پاڻي رکندڙ . انهي ننڍڙي شهر ۾ ادب جي حيرت انگيز حد تائين کوٽ کان سواء سڀ ڪجهه هو.

جانورن جو معالج هئڻ ڪري. منهنجي ڏيٺ ويٺ شهر جي اميرن بجاء. مالوند مارو ماڻهن سان وڌيڪ ٿي وئي. مال جي علاج معالجي جي سلسلي ۾ جهلوري جي آسپاس جي ڳوٺن ۾ اڪثر اچڻ وڃڻ ٿيندو رهندو هو. جهلوري لڳ دل ٻرادري جو حاجي خالڏنو دل نالي . هڪ وڏو ڳوٺ آهي انهي. ڳوٺ ۾ هڪ ڏينهن مال جي علاج سانگي وڃڻ ٿيو .ته اتي ڳوٺ جو مال چاريندڙ هڪ اڌڙوٽ عمر جي همراهه محمد عمر دلُ سان ملاقات ٿي. جنهن ٻڌايو ته منهنجو جهلوري ۾ پڙهندڙ پٽ سچيڏنو دل شعر و شاعري جو شوق رکي ٿو. مان اڃا مال جي علاج جي سلسلي ۾ اتي ئي هئس .ته ڳوٺ جي چارين جي اوٽ مان. ڪتابن جو ٿيلهو ڪلهي ۾ لٽڪائي. هڪ نينگر اچي رهيو هو . سندس پيء کيس ايندو ڏسي مونکي چيو ته "سچيڏنو اچي ويو آهي". ايتري ۾ نينگر مونسان هٿ ملائي. ٿيلهو ڪلهي تان لاهي هيٺ رکيو ۽ ڪٽ جي پيراندي کان ويهي رهيو.

مون کانئس تعارف کان پوء شعر و شاعري بابت پڇيو . موٽ ۾ هن پنهنجي هڪ ٻه ڪهاڻيون ۽ شعر ٻڌايا . مان ان کي ادب جي آپ ڪهري، تي ٻانڙا پائيندڙ ٻار سمجهي . کيس دڳ ڏيکاريندڙ درس ڏيئي هليو آيس.

اٿيو ڏنار پيو. پاران متعارف ڪرايل هڪ ادب دوست پٽ جي صورت ۾ مون
پنهنجي ادبي اثاث جي ڪنهن ڪند ڪي پرجندو محسوس ڪيو.
1989ع ۾ نوڪري جو زولڙو هڪ پيرو پيهر مونکي تر ڪان لاڙ ڏانهن لاڙي
ويو . مان جهلوري شهر ۽ آسپاس جي مارو ماڻهن ۽ مال جي ڏنارن جي
دوستي ۽ ادبي دڳن تي پيرڙيون پائيندڙ پنهنجي ننڍڙي دوست سچيڏنو دل
جي وڇوڙي جو درد دل ۾ کڻي. ننڍي ضلعي جي جاتي شهر پهچي ويس. مان
لاڙ ۾ هوندي به تر جي ماڻهن جي پيار ۽ پنهنجائپ کي پاڻ کان پري ڪري نه
سگهيس . اهو ئي سبب هو جو 1993ع ۾ پنهنجي بدلي ڪرائي پيهر
ميرپورخاص آيس. هن ڀيري مونکي جهلوري جي بجاءِ ميرپورخاص شهر جي
جانورن واري اسپتال ۾ رکيو ويو.
جهلوري جيان دوبيزل هند خوارتر جو درجو رکندڙ . اين جي اور ۽ ميگرز
جي شهر طور مشهور ميرپورخاص ۾ . ادبي هلچل نه هئڻ جي برابر هئي. اهڙ
اڃ اجهائڻ لاءِ مان اڪثر شهر جي آماس ڪهتين ۾ اداس گهمندو رهندو هئس.
انهي سلسلي ۾ هڪ ڏينهن ميرپورخاص مان نڪرندڙ مقامي اخبار "پيغام
سنڌ" جي آفيس ۾ ويس. ته اتي مونکي اهو ساڳيو نينگر ويٺل نظر آيو.
جنهن ٻڌايو ته مان اڄڪلهه هفتيوار "پيغام سنڌ" ۾ ايڊيٽر طور ڪم ڪريان
پيو.
سنڌس ڳالهه ٻڌي منهنجي تصور ۾ جهلوري جي ڳوٺ ۾ . ڪتابن جو ٿيلهو
ڳچي ۾ وجهي گدلن ٻارڙن جيان گهٽين ۾ راند ڪيڏيندڙ . اهو سچيڏنو دل
تري آيو. جنهن ۾ مونکي ان وقت اها مٿيا مورڳو نظر نه آئي هئي!. مون کي
ڪنهن ويل نينگر جي ڳالهه تي ويساهه ۽ ڪنهن ويل پنهنجي اکين تي اعتبار
نه اچي. پنهنجي ادبي سفر جي باري ۾ ڪاٿس پڇيم ته هن ورائيو ته "مون
ٽيهارو کن ڪهاڻيون ۽ سؤ کن غزل. وايون ۽ ڪجهه هفتيوار ڪالم لکيا
آهن. جيڪي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن ۽ اڄڪلهه پنهنجو
ادبي نالو ساگر رکيو اٿم".
مون کي ڇهن سالن جي وڇوٽي ۾ ايڏي وڏي تبديلي تي. حيرت سان گڏ
سرهائي به محسوس ٿي. اٿيو اسان فڪري ناتي تحت لاڳاپيل هئڻ سبب
هڪٻئي کي ويجهو ٿيندا وياسين. ساگر "پيغام سنڌ" ۾ منهنجا ٽيهارو کن
غزل پڻ شايع ڪرايا .
اسان جو ادبي سفر 1995ع ۾ مونسان ميرپورخاص شهر ۾ هڪ نه وسارڻ
جوڳو واقعو پيش اچڻ سبب وري اڌورو رهجي ويو . ۽ مان بدلي ڪرائي
واپس ننڍي ضلعي هليو ويس. پر ذهن تان اڄ تائين ان واقعي جو زنگ لهي نه

سکھيو آھي. خط جي اڏار تي اسان ھڪٻئي سان رابطي ۾ رھياسين. جيئن تہ مان خيرپور ناٿن شاھہ جو اصل رھواسي ھئس. پر خيرپور ناٿن شاھہ ۽ ان جي آسپاس ڪا يونيورسٽي نہ ھئڻ سبب ٻارن جي اعليٰ تعليم خاطر 1985ع ۾ خيرپور ناٿن شاھہ کي ھميشہ لاءِ خير آباد چئي، لطيف آباد نمبر 6 حيدرآباد ۾ اچي مستقل طور رھڻ لڳو آھيان.

1997ع جي شروعات ۾ منھنجي ڏنل ايڊريس جي اڏار تي، ساگر ھڪ ڏينھن اوچتو منھنجي غريب خاني ۾ اچي نڪتو. رسمي حال احوال کان پوءِ مونکي چيائين تہ "مان اوھان جو ڪتاب ڇپرائڻ چاھيان ٿو. مونکي مجموعو ڏيو". مان سندس ڳالھہ ٻڌي حيران ٿي ويس ۽ مونکي سندس ڳالھہ ٻاراڻي لڳي. مون کيس چيو تہ ڪتاب ڇپرائڻ ڪو مذاق ڪونھي!؟. بھرحال سندس بيحد اسرار تي مون وٽ ھڪ مجموعو "اکين ۾ الماس" جي نالي سان ڇپجڻ لاءِ تيار ھو. جنھن جو مھاڳ نياز ھمايوني صاحب ۽ اپياس امداد حسيني صاحب جو لکيل ھو. مون اھو مجموعو سندس حوالي ڪيو.

اٽڪل ھڪ مھيني کان پوءِ، مان ڇپائي جي ڪم جي صورتحال معلوم ڪرڻ لاءِ جيئن ئي ميرپورخاص پھتس، تہ خبر پئي تہ ڏيڍ سئو کن غزلن جي ڪمپوزنگ کان پوءِ ڪم بند پيل آھي. مجموعي جي ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ رڪاوٽ جو سبب ٻڌائيندي ساگر ٻڌايو تہ "ڪتاب ڇپائڻ لاءِ گڏ ڪيل رقم مون فالج وگھي مفلوج ٿي ويل پنھنجي شادي شده ڀيڻ جي علاج تي خرچي ڇڏي، ان ڪري ڇپائي جو ڪم بند آھي". سندس ڳالھہ ٻڌي لفظ منھنجو ساٿ ڇڏي ويا. ۽ مان وڌيڪ ڳالھائڻ بجاءِ. چپ چاپ پنھنجو مجموعو کڻي واپس ھليو آيس.

وري پوري ٻن سالن جي وڇوٽي کان پوءِ، 1999ع جي آخري ڏينھن ۾ جڏھن، مان پنھنجي گھر جي ڇت تي حيدرآباد جي ھڪ شام جي لھندڙ سج جو نظارو ڏسي رھيو ھئس تہ، ساگر کي پنھنجي تنگ گھٽي ۾ پنھنجي گھر ڏانھن ايندو ڏٺم. مان ھيٺ لھي اچي ساڻس مليس ۽ اوطاق نہ ھئڻ سبب کيس بورڊ آفيس جي سامھون واري پارڪ ۾ وٺي ويس ۽ خيالن جي ڏي وٺ کان پوءِ، ڳالھين جي پڄاڻي تي ساگر چيو تہ "وفا صاحب مان ھڪ ڀيرو ٻيھر اوھان جو ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ ذھني ۽ قلبي طور تيار ٿي آيو آھيان".

مان ٻنا ڪنھن بحث جي کيس ڪتاب جو مواد پھچائڻ جو وعدو ڪري موٽائي ڇڏيو.

ڪجھہ ڏينھن رکي مان ساڻيو مجموعو "اکين ۾ الماس" کڻي. کيس ميرپورخاص پھچائي آيس. اڃا بہ ھفتا بہ ڪونہ گذريا، تہ ساگر پنھنجي

دوست محمد جمي راڄڙ ڪڏڙائي کي موڪليو. ته مان اڄي پروف ڏسي وڃان.
مان محمد جمي جا اهي لفظ ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويس ته. ايتري ٿوري وقت ۾
ايترو گهڻو ڪم ڪيئن ٿو ٿي سگهي!؟. مون ڪيس ترت ميرپورخاص پهچڻ
جو چئي موٽائي ڇڏيو ۽ پن ڇئن ڏينهن کان پوءِ جيئن ميرپورخاص پهتس ته
واقعي ڪتاب جا پروف تيار هئا ۽ هي اهو ساڳيو مجموعو آهي. جيڪو
اوهان جي هٿن ۾ آهي.

تخليقڪار لاءِ پنهنجي سڄي زندگي جو سرمايو، جيئن ته سندس
تخليق ئي هوندي آهي. جنهن کي سهيڙي. سماجي ڪارج ۾ پنهنجو ڪردار
ادا ڪرڻ لاءِ. ڪتاب جو روپ ڏيڻ جي جستجو ۾ جيڪڏهن هو پنهنجو جيون
ئي وڃائي ويهي رهي. ته پوءِ ان لاحاصل جي واقعي به ڪائي حاصلات ڪونه
ٿي رهي. جنهن لاءِ هو تخليق جو ڪرب پوڄي ٿو.
مان جيڪو انهي آس جي ستاري کي سهائيندو ڏسڻ خاطر. سنتيهن سالن
جي ڏکهي رستي تي هلندي هلندي. نصيبن جي نيڪٽ ۾ پنهنجي تقدير جي
ڪڙيل تارن جي ڪهڪشان ٻڌجي ويو آهيان. ايڏي طويل مسافري بعد پنهنجي
تخليق کي پهريون پيرو پڙهندڙن جي. اکڙين جي آڪاس تي اظهار جي انڊلٺي
روپ ۾ ڏسي. مون کي ميناڄ مَنائي ويل پراڻي ماڪي، جي ذاتقي جيان.
غم گاڏڙ خوشي جو احساس ٿي رهيو آهي. جو ته سنتيهن سالن ۾ منهنجي
شاعري کي انهي خوبصورت ڇپا، جو روپ ڏيڻ لاءِ. ڪيترن ئي دوستن ۽
مهربانن مونکي اميدن ۽ آسرن جي آڌار تي خوبصورت خواب ڏيکاريا. پر
حالتن جي تنگ نظري ۽ ڪجهه دوستن جي غفلت سبب اهي گنڊيل سنتيهن
سالن کان سايپائي جي رڻ ۾ پتڪي رهيا آهن !؟.

مان حيرت ۾ آهيان ته جيڪو ڪم ادارا ۽ صاحبِ حيثيت
شخصيتون نه ڪري سگهيا!؟. اهو ڪم مون جيان غربت جي گود ۾ پرورش
پائي جوڀن ۾ به زهر جهڙي زندگي گهاريندڙ "ساگر" فرد جي حيثيت سان
ڪيئن ٿو ڪري سگهي. اهو به انهي حالتن ۾ جڏهن هو ايم اي سوشيالاجي
۾ پاس ڪرڻ کان پوءِ به بيروزگار ويٺو آهي. نوڪري وٺڻ لاءِ وٽس نه رشوت
آهي ۽ نه ئي سفارش. صفا ڦڪڙ ۽ يار ويس ساٿهر ۽ سندس خالي کيسا
سدائين سچ جي بُرهان سان پريل هوندا آهن.
هي ٽريجڊي ساٿس اها ٿي جو هُن جي ازدواجي زندگي به اجڙي وئي ۽ هن
ان خال کي پرڻ لاءِ حالتن سان نه چاهيندي به ناهه ڪيو. هو اڄ ڪلهه سهري
جي در تي گهر ناني، جي نه ڪٽڻ جهڙي حياتي گهاري پيو.

ڇا وقت ڪان هميشہ اڳيرو ٿي هلندڙ ، منهنجي هن دوست کي وقت شايد پنهنجي پنيان هلڻ جو سليقو سيکاري ڇڏيو آهي!؟. ننڍڙي سواليہ نشاني رکندڙ اهو عام جملو ٿي هڪ حساس ماڻهو کي پيڙائن جي پولار ۾ ابتي پيرن لوڪائي ٿو ڇڏي!.

انهن سڀني حالتن کي سامهون رکندي ، سندس جرئت کي سلام ڪندي مان پنهنجي مهانتا کيس پيش ڪري کيس آفرين ٿو ڏيان، جنهن تنگ حالتن ۾ وڏي جنگ وڙهي، هي ڪتاب پڙهندڙن تائين پهچايو.

ساڻ سلامت

**وفا ناٿن شاهي**

گهر نمبر 8، مسلم راجپوت اوڊ ڪالوني

لطيف آباد نمبر 6 حيدرآباد سنڌ



# غزل

ٿورو انصاف سان، انصاف جا قائل آهيون،
زهر ٿي ڏيو جي اسان زهر جي قابل آهيون.

خُشڪ جذبات جي سيني تي روئڻ ڏيو، نه جهليو،
ڪونه ايندا سين وري وقت جا بادل آهيون.

پنهنجي دامن تي لڳل خونِ تمنا آهي،
ڪير ٿو چئي ته اسان پيار جا قاتل آهيون!؟

موت جو ڊپ ٿي فقط ڪنڌ جُهڪائي ٿو ڇڏي،
ورنه هر فڪر جي احساس کان غافل آهيون.

ڪوئي گهٽ - وڌ به چوي ٿو ته ڏيون ٿا مُرڪي،
يا وڏي ظرف جا مالڪ هون، يا بزدل آهيون!

ذات ۽ پات سان پنهنجو ڪو تعلق ناهي،
حُسن ڪائي به هجي، حُسن جا قائل آهيون.

# غزل

مون کي توڙي جاڻ نہ جاڻ،
جُگ جُگ جيءُ جواني ماڻ.

پرتاسين سرتاسين پاڻ،
ماڻهن ۾ ڇا جو ماڻدانُ!؟.

ڪنڌ جُهڪايو بيٺي آ،
تنهنجي جوت اڳيان چاندانُ.

نيڻ ڪسي ويا توکان گُل،
تنهنجي وارن جي سُرهاڻ.

تاج محل تي رات اماس،
پورو بُت، ڪارو پهراڻ.

ساوڻ گذريو ڏينهن ٿيا،
منهنجي اکين جي آلاڻ!.

زخمي بُت سان ڪنڌن تي،
ڪير سمهي سگهندو سک ساڻ!؟.

دريءِ دريءِ ۾ دام "وفا"!،
ڪيسين؟. ڪيئن؟ سنڀاليون پاڻ.

# غزل

ڏِس ڏِس وَجھن لڳو آن ونگ،
چارڻ! اھڙو چور نہ چنگ.

جنت، جنت ھوندي پر،
ھيءَ دنيا پي آھي دنگ.

پير الائي ڪنھن پاتو؟،
مَنجي ويو محفل جو رنگ!.

جاڻ پَڪيڙيا اوندھ جار،
جاڻ ويو لُٽجي ڪو ننگ.

منھنجي اونداھيءَ سان ويڙھ،
تنھنجو چانڊوڪيءَ سان سنگ.

روڪي ڪر رَت، چاڻ "وفا"!،
آھي ڪر اھڙو اڙٻنگ!؟.

# غزل

اسان جو فڪر، فڪرِ روزگار آهه دوستو!،
اسان جو درس، وقت جي پڪار آهه دوستو!.

هتي ٻه پينڊ، ڪوڙڪيون زمين ٻر، هوا ٻر گز،
هي اُنس آهه دوستو! هي پيار آهه دوستو!.

نه ڪوئي آسرو، نه سرپرست ڪو، نه ڪو ڏٿي،
اسان جو ڀاڳ جڻ يتيم ٻار آهه دوستو!.

شراب ۽ ڪباب ۽ رباب ۽ مُغنيه،
اڃا اوهان ڪي ڪنهن جو انتظار آهه دوستو!.

ٿئي ٿو بحربيڪران خوشي ۽ غمِ حيات جو،
هي لُڙڪ، مُرڪ صرف اختصار آهه دوستو!.

اسان جو وار پي اوهان سان واسطو نٿو رکي،
اسان جو سَنڌ سَنڌ وقفِ دار آهه دوستو!.

نه خوف اختلاف جو، نه موت ۽ حيات جو،
عجيب حُسنِ يار، عشقِ يار آهه دوستو!.

وٺي هلو نه چشم پر خمار جي حضور ۾،
"وفا" اڃان گهڻو گناهگار آهه دوستو!.

## غزل

پيار جي ڪڏ نڪتو آهين،
مون ڀاتي سوگهو آهين.

مان تنهنجو آٿت آهيان،
تون منهنجو ڪُٺو آهين.

ڪنهن به نه سمجهي تنهنجي ڳالهه،
شاعرا، تون گونگو آهين.

ڪنڪريون مُرڪن تون تي،
موتي ڪنهن سپ جو آهين !؟.

ساري ڌرتي تو لئه تنگ،
ڪنهن اک جو ڳوڙهو آهين!؟.

سوَ سوَ پٽر، هڪ هڪ هٿ،
ڪيڏو سر ڦريو آهين.

ڏيهه نه سارو ڏائڻ لئي،
مون ساڃو پرتو آهين!؟.

## غزل

دل درياهه، تمنا وير اسان جي.
پاڻي پاڻي آ تقدير اسان جي.

دوزخ جي هر چڻنگ اسان جو ورثو،
جنت ڏاڏائي جاگير اسان جي.

عيسيٰ ۽ منصور جي آهن سامهن،
مقتل ۾ ٽنگيل تصوير اسان جي.

ماٺو ماٺو گيت اسان جا ڳائي،
هر ڏڻ آهي عالمگير اسان جي.

جنت ۾ به مُرڪي نڪرائي آئي،
ايڏي باغي آ تقصير اسان جي.

سچ جو اوچو ڳاٽ اسان جي دم سان،
مقتل مقتل ۾ تشهير اسان جي.

ڪافر ڪافر چائي، سچ جي لڳ ۾،
ڪيئن هلي دنيا! شمشير اسان جي.

# غزل

ڏسي اچا ڪپڙا فقير کي،
رنجش پهتي آهي امير کي.

پنهنجي ڳوڙهن بر ئي ٻُڏون پيا،
ڪيئن سرچايون پاڻي، جي پير کي.

بزدل! سوري سامهون ڏڪين پيو،
لعنت آهي تنهنجي ضمير کي.

بيڙيون رڻ پٽ بر ئي ٻُڏي ويون،
ڪيڙو منهن ڏيون دريا جي وِير کي.

تنهنجو ترڪش خالي ڪري سگهي،
ايڏي همت آهي سرير کي؟.

مقتل بر پيو مُرڪي پيو "وفا"،
ڏاوي مستي آهي شرير کي.

# غزل

• اکيون مليون سلام ٿي ويو،
حجاب هم ڪلام ٿي ويو.

تو مُسڪرائي اک پيچي ڇڏي،
اسان جو ڪم تمام ٿي ويو.

اسان جو آسرو نه پيو ڪجاڻ،
جي تنهنجو فيض عام ٿي ويو.

ڪٿي بچين ها تون بهار ۾؟،
گُلن جو احترام ٿي ويو.

اسان جي خون جو ڦڙو ڦڙو،
ستم جو اختتام ٿي ويو.

ڪو وقت سان وڙهي مري ويو،
ڪو وقت جو غلام ٿي ويو.

جڏهن ڪان ويو اچڻ وڃڻ ڇڏي،
جيئڻ مرڻ حرام ٿي ويو.

هو بند شيشه شراب جان،
کُليو ته جام جام ٿي ويو.

ڏکي ويس جو نانگ زلف جو،
"وفا" سياه فام ٿي ويو.

# غزل

ڳوڙهو ڳوڙهو ماڻهوءَ جو،
ڪوڏيءَ ڪوڏيءَ ڪان سستو.

مون لئه دوزخ، جنت آ،
تنهنجي زلفن جو پاڇو.

رات ڏٺو مون سپني ۾،
سنڌڙيءَ جي هٿ ۾ ڪشتو.

سنڌڙيءَ جا ناسور چُٽن،
دنيا آ ڪو اهڙو نسخو.

ڳچهون سرٿيون ڪاٺ ماس،
آدمَ جو ايڪو رُتبو؟!.

اڪ جي ماکي ناهي پيار،
امرت پياريو، زهر پيو.

بکري، شينهن اجايل ٿي،
پالي ٿي انصاف ويو.

آزادي جو مَتوالو،
پڃري سوڏو آڏري ويو.

تو وٽ پهچي ڪيئن "وفا"؟،
هر رستو آ تو جهڙو.

# غزل

نہ سوريون، نہ مقتل، نہ آڙيون،
ڪيون هاڻ ڪنهن ساڻ رڙيون.

اڄ ڪوڙڪيون، هاڻ ڏيهون،
اُٿو حسرتو! هاڻ لَڏيون.

خلاءَ ۾ اڏندا وتون ٿا،
اسان جون نہ آڙيون نہ مَڏيون.

نہ جنت نہ دوزخ ۾ ڀاڱو،
جَڏن جون خطائون بہ جَڏيون.

پرينديءَ اوهان زخم تهذيب؟،
اوهان جي شرافت تي ڇڏيون!؟.

ڀڪايل ڪُتي جان امارت،
ڇپاڙي تي غربت جون ٽڪيون.

نہ هوڏو، نہ هرڪو نہ هيڻون،
”ڳنا“ هڪ هيڻي ڪي اوڪي ۾ سڏيون.

# غزل

مومل رات، مُهائي رات،
قربن - ڪوتَ ڪهائي رات.

تاري تاري کي ڏوٽي،
مون اکين مان ڇاڻي رات.

آئيني ۾ پاڻ ڏِسي،
ٿي وئي پاڻي پاڻي رات.

ٿهڪن ساڻ فروزان ٿي،
سُڏڪن ساڻ وِسائي رات.

افساني افساني ۾،
ٿي وئي قرب - ڪهاڻي رات.

زخميل، پنکيل، آواره،
آهي رات جي راڻي رات.

ترسان ڪيڏا ڪِيس ٿيا،
هيڏي رات! نماڻي رات!!

# غزل

منهنجي گهر حُسن جو پيرو آهي،
منهنجي سانجهي به سويرو آهي.

حُسنِ معصوم جفا ڇا ڄاڻي،
عشق جي سمجهه ۾ ڦيرو آهي.

نه ڪوئي چنڊ، نه تارا، نه چراغ،
اڄ انڌيرو به انڌيرو آهي.

تنهنجي ڏوکن تي تعجب ڇاجو،
تنهنجو من اصل ڪان ميرو آهي.

تون زماني جي نگاهن ۾ وسين،
تنهنجو هر قلب ۾ ديرو آهي.

پاڻ کي پاڻ ڦرايون ٿا "وفا"،
حُسن محبوب لُٽيرو آهي.

# غزل

ڪوئي ته فرضِ جواني ادا ڪري ڇڏيون،
اچو ته حُسن کي پوڄي خدا ڪري ڇڏيون.

اچو ته حُسن جون دشواريون ڪيون آسان،
اچو ته پيار جا پرچم کڙا ڪري ڇڏيون.

اچو ته زهر جو هڪڙو ڍُڪ ڀَري يارو!،
هميشه لاءِ ڏکن جي دوا ڪري ڇڏيون.

اوهان تي ئي هو سڄو زندگيءَ جو دارومدار،
اوهان ئي راهون اسان کان جدا ڪري ڇڏيون.

ٻَرن ٻر ڪوهه رُلون، حُسن جو ڇڏي پهلو،
ڇو پنهنجي پاڻ کي جيئري فنا ڪري ڇڏيون.

رهيو نه ڪجهه به "وفا" ! زخمِ بيڪسيءَ کان سوا،
اِهو به ڇٿو ته اوهان تان فِدا ڪري ڇڏيون.

# غزل

جڏهن دل جا ساٿي جدا ٿي وڃن ٿا،
محبت جا نغما فنا ٿي وڃن ٿا.

ائين ئي ڪئي تجربا ٿي وڃن ٿا،
ٻُجا پيار جي ابتدا ٿي وڃن ٿا.

ڪري دل کي شامل جڏهن روئجي ٿو،
فلڪ کان بہ ڳوڙها ادا ٿي وڃن ٿا.

ٿِئي ٿي جڏهن ڪنهن جي تقدير دشمن،
تہ تدبير جا گُر خطا ٿي وڃن ٿا.

ڪندي مئڪشي بزمِ دلبر ۾ يارو!،
عبادت جا پل ئي قضا ٿي وڃن ٿا.

فقط اهلِ دل ئي مِٽائي سگهي ٿو،
اهي درد جي لا دوا ٿي وڃن ٿا.

حُسينن جي هڪڙي ئي پياري ادا تي،
"وفا" جهڙا ڪيئي فدا ٿي وڃن ٿا.

# غزل

فُرقت جي اعتبار کان ڳوڙها وَهي پيا،
اڄ تنهنجي خاڪسار کان ڳوڙها وَهي پيا.

هُن کي سندس ستم جو ٻڌايم جو داستان،
بي اختيار يار کان ڳوڙها وهي پيا.

مون کي ته تنهنجي هجر جو هر غم قبول هو،
تنهنجي ئي انتظار کان ڳوڙها وهي پيا.

ڪيڏو نه دلخراش هُيو منهنجو داستان،
هر شخص بردبار کان ڳوڙها وهي پيا.

ساري خزان جي ظلم کي، شبنم جي شڪل ۾،
هر گل سندي نِکار کان ڳوڙها وهي پيا.

مقتل ۾ منهنجي لاش کي بُل ڪائيندي ڏِسي،
قاتل جي ڪاروبار کان ڳوڙها وهي پيا.

# غزل

بهار آئي، ڇو بُلبُل آ اشڪبار اجا؟،
بهار آهه چمن ڪي نہ سازگار اجا؟.

هزار وعده فراموشين فريب ڏنا،
تڏهن بہ پيارو لڳي ٿو اسان کي پيار اجا.

ڇيئہ تہ "وصل اوهان جو نصيب شال ٿئي"،
ڇيائين "وقت جدائي بہ ڪجهہ گذار اجا".

اوهان جي عشق جو آهي جنون اجا طاري،
گريبان چاڪ ۽ دامن آ تارتار اجا.

اوهان جو تيرِ نظر ڇو ٿڪي پيو آهي؟،
ٿيو آ ڪين جگر منهنجو ڦار ڦار اجا.

شهيدِ ناز "وفا" جي فراق ۾ يارو!،
ڏسان ٿو حُسن کي هر هنڌ سوڳوار اجا.

# غزل

جنهن ۾ گُل جو وقار ختم ٿئي،
اهڙو فصلِ بهار ختم ٿئي.

يا اچي موت جو فرشتو يا،
هيءَ شبِ انتظار ختم ٿئي.

پيار ساقي! ڪو اهڙو جام ڀري،
جيئن غمِ روزگار ختم ٿئي.

اچ سگهو يار! تنهنجي فُرقت ۾،
جان تو خاڪسار ختم ٿئي.

ڇا يلا رهندو پو زماني ۾؟،
جي محبت ۽ پيار ختم ٿئي.

عاشقو! سڀ گهرو دعا گڏجي،
شل! "وفا" جو ڏڪار ختم ٿئي.

## غزل

چشم تَر، چاڪ گريبان پنهنجو،
ٿو رهي حال پريشان پنهنجو.

دسترس آ تہ قَفس تي آهي،
گل ئي پنهنجو، نہ گلستان پنهنجو.

نہ خوشي آهہ نہ ڪو غم آهي،
ڪائي اميد نہ ارمان پنهنجو.

لُڙڪ، سُڏڪا ۽ غمن جا انبار،
بس رهيو آهہ هي سامان پنهنجو.

خوامخواه شعر لکي چرين لئہ،
وقت وينو ٿو وڃايان پنهنجو.

اي "وفا"! عشق جا ڪاڏل آهيون،
ڪنهن ڪان ٿيندو نہ ڪو درمان پنهنجو.

# غزل

قيدِ ظلمت جي چار ۾ آهيان،
صُبح جي انتظار ۾ آهيان.

تون اچين ٿو ته مان خزان ۾ يي،
دلربا! جڻ بهار ۾ آهيان.

منهنجي سيني ۾ بيقرار آ دل،
مان دلِ بيقرار ۾ آهيان.

باغ ۾ ٿو رهان زهي قسمت،
پهلوءِ گُل يا خار ۾ آهيان.

موت بخشي يا زندگي بخشي،
عشق جي اختيار ۾ آهيان.

زندگي کي "وفا"! پڪاريان ٿو،
موت جي خلفشار ۾ آهيان.

# غزل

توسان جي منهنجو واسطو نہ هجي،
منهنجي دنيا ۾ ڪو مزو نہ هجي.

عشق جي نامرادين تي ڪلي،
حسنِ نادان ايترو نہ هجي.

عشق بدنام ٿي وڃي جڳ ۾،
جيڪڏهن تنهنجو آسرو نہ هجي.

نبض هر مُرڪ جي وڃي رُڪجي،
جيڪڏهن غم جو سلسلو نہ هجي.

منهنجا ڳوڙها نہ ٿي پون بدنام،
تنهنجي محفل ۾ سوجهرو نہ هجي.

هجر تي ٽوڪ، وصل تي تنقيد،
هي زمانو ڇتو ٿيو نہ هجي.

## غزل

هاڻ ڪجهه توکي چوڻ جي ئي ضرورت ڪانهي،
تو چئي ڇڏيو، "مون کي توسان محبت ڪانهي".

ڪيئن ڪيان تنهنجي تبسم جو صنم! استقبال،
ڇا ڪيان مون کي روئڻ جي به اجازت ڪانهي.

تنهنجي ارشاد جي تعميل اکين تي پيارا!،
پر اجان مون کي ملي وقت کان فرصت ڪانهي.

ڪنهن جي جاڳڻ کي ڪُهڻ، ڪنهن جون ننڊون ڦرڻ،
ٻيو ڀلا ڇا هي اگر هيءَ به عداوت ڪانهي.

بيوفا توکي چوڻ فڪر جي لغزش آهي،
توکي ڪنهن ساڻ نباهڻ جي ئي عادت ڪانهي.

دل به ڪا شئي آ، محبت به وڏي وٿ آهي،
ڇا ٿيو گرچ "وفا" وٽ ڏن دولت ڪانهي.

# غزل

هر وقت انتظار اسان کان نٿو پُڇي،

اهڙو عجيب پيار اسان کان نٿو پُڇي.

تنهنجي ڪري خزان جون وفائون ٿُڏي ڇڏيون،

اي موسمِ بهار! اسان کان نٿو پڇي.

خوشين سان همڪنار اسان، تون غمن ۾ چور،

اي حُسنِ سوڳوار! اسان کان نٿو پڇي.

هڪڙي ئي وار سان ڪري ڇڏ تمام ڪم،

هر هر تيغِ شڪار اسان کان نٿو پڇي.

هڪ بيوفا جي هٿ ۾ "وفا"! دل ڏئي ڇڏيان!؟،

گهاٽي جو ڪاروبار اسان کان نٿو پڇي.

# غزل

مون تنهنجي جفائن کان انڪار ڪيو ناهي،
پر توئي نيائڻ جو اقرار ڪيو ناهي.

اک تنهنجي ٻِنل ناهي، دل تنهنجي ڇِنل ناهي،
ڇئبو تہ اجا ڪنهن سان تو پيار ڪيو ناهي.

غيرن جا وڃي ڪاٿي آغوش وسائين ها،
افسوس! مون کي قدرت زردار ڪيو ناهي.

اي حسن! حوس ڳاهن جي پينٽ چڙهڻ وارا!،
ڪنهن توکي اجا تائين بيدار ڪيو ناهي.

جنهن کي بہ ڪيم پنهنجو، غيرن کان ٻُرو نڪتو،
انصاف "وفا"! مون سان ڪنهن يار ڪيو ناهي.

# غزل

دل جا ساٿي رُسي ويا آهن،

منهنجا پرئي کُسي ويا آهن.

مون تہ دل ڏيک تي رکي آهي،

تنهنجا ڳَڙ چو ڳُسي ويا آهن.

هي خطا بخش!، منهنجي ڳوڙهن سان،

پير تنهنجا پُسي ويا آهن.

دستِ گلچين جو ذکر ڪنهن ڇيڙيو؟،

دل جا غُنچا سُسي ويا آهن.

ڪنهن عطائي وڄايو ساز "وفا"!،

منهنجا نغما کُسي ويا آهن.

# غزل

ملڻ جي مُند، زمانا بهار جا آهن،
لوازمات محبت ۽ پيار جا آهن.

سلام ڪنهن کي ڪرين تو رَتول هٿ لوڏي؟،
لهوءَ جا لڙڪ ته هِن خاڪسار جا آهن.

وِجن ٿا خاڪ ۾ ملندا جي بي بها موتي،
اهي به تنهنجي ئي گردنَ جي هار جا آهن.

هِتي شراب جهنم، هُتي شراب بهشت،
عجيب فيصلا پروردگار جا آهن.

اچين به روز اسان وٽ، نظر به ڪونه اچين،
اهي اصول ته ڪنهن چور يار جا آهن.

اکين ۾ لُڙڪ، جگر ۾ تپش ۽ دل ۾ خلش،
اهي خلوص به ڪنهن غمگسار جا آهن.

شبِ وصال ۾، ميلاپ لئه، روئڻ وارا!،
هي معجزا ته شبِ انتظار جا آهن.

اسان جا گيت بُڌايو نه بادشاهن کي،
اسان جا گيت ته سينگار دار جا آهن.

"وفا"! خلوص جي شدت آ فتح جو باعث،
وگرنه تنهنجا زمانا ته هار جا آهن.

# غزل

پوءِ نفرت ڪيو يا پيار ڪيو،
ڪو تعلق تہ استوار ڪيو.

منهنجي معيار جو خيال رکي،
پو يلي دل سان مون تي وار ڪيو.

جيئن جهنم ۾ يي نہ جاءِ ملي،
مون کي ايڏو گناهگار ڪيو.

نہ ملي خُلد، دوزخ ئي ٺيڪ آ،
دوستو! فڪرِ روزگار ڪيو.

مَرقدن جون مَٽيون پرڻ وارا!،
زندگيءَ کي ٿا شرمسار ڪيو.

ويو لهي رنگ، وئي اُڏي خوشبو،
هاڻ اندازِ بهار ڪيو.

يا تُوهان يي اکهي ڇڏيو ڳوڙها،
يا "وفا" کي بہ اشڪبار ڪيو.

## غزل

نـــ اُن ويـــري، نـــ دشمن ڏيـــر آهي،
سـمــــورو قسمتن جـــو ڦـــيـــر آهـــي.

ائـــيـــن فـــريـــاد قاتل آ نـــڙيءَ ۾،
جيئن پـچـــــري ۾ قـــاتل شير آهي.

رڳـو ڪُـتـــن، ٻـلـن جي بـــادشاهي،
غـــلامـــي گـنـدگـــي، جـــو ڍير آهي.

صـليبون، ســوريون، گهـاٽا، ڇـتائون،
مـحـبت جـــڻ بـــلا تـــي پـيـــر آهي.

سبي اڪـيـون چـــون ٿا "هي گهٽا هن"؟،
"وفـــا" انـــڌيـــر در انـــڌيـــر آهي.

# غزل

زندگيءَ جو مزو چکائي وئي،
جان پي دوستي ڦٽائي وئي.

ڪج ادائيءَ جو گُر، جفا جو ڍنگ،
توکان هر ذات موڪلائي وئي.

ڏس شب غم! اسان جي ديده تري،
توسان هر حال ۾ نڀائي وئي.

نيت منهنجي خلوص جي شدت،
تنهنجي ڪردار کي جُهڪائي وئي.

وقت جي اُس، اکين جي نَنُن سان گڏ،
دل جو درياهه پي سُڪائي وئي.

صبر منهنجو ۽ تنهنجي مجبوري،
ظلم جا حوصلا وڌائي وئي.

ڪنهن فرشته صفت جي اک جي پري،
مون کي پي عرش تي اُڏائي وئي.

# غزل

ڪيڏي معصوم ۽ ڪيڏي نہ چري آ سائين!.
دل وري تنهنجي اشارن ڏي وري آ سائين!.

حُسن جا جهول پري مُرڪي نهارڻ وارا!.
منهنجي سر تي بہ محبت جي پري آ سائين!.

نہ ڪوئي چنڊ، نہ تارا. نہ چراغن جي جوت.
تنهنجي وارن جي نما شام ڪري آ سائين!.

اڄ جوانيءَ جي ارادن جو ڪيون استقبال.
چنڊ تالهين ڏي لڙيو. رات ٺري آ سائين!.

جلپري منهنجي نئڻ نينهن جي، ڳولا ۾ سنڌ.
دل جي دريا ۾ سچو ڏينهن تري آ سائين!.

تنهنجي رخسار مٿان چوڙ چپن جا پيرا!؟.
منهنجي برداشت کان هي ڳالھ ڳري آ سائين!.

## غزل

جوش آهي نہ ڪو خروش آهي،
نوجواني زوال ڪوش آهي.

ڪو پيئي ٿو شراب، ڪو ڳوڙها،
ساري دنيا شراب نوش آهي.

چند تارا هجن يا فصلِ بهار،
هر نظارو خزان بدوش آهي.

ڪالهہ مالهيءَ مٿان هُيو الزام،
اڄ چمن پاڻ گلفروش آهي.

ڪيئن ڪوئي ڳائي نغمهءِ تهذيب،
سازِ انسانيت خموش آهي.

زهر پيارين ٿو، حيف تئي ساقي!،
مَہُ ڪپي وئي آ، مون کي هوش آهي.

ڪير ڏيندو "وفا"! عجب الزام،
حُسنِ بيباڪ پرده پوش آهي.

# غزل

مصيبتن جا خزانا! اسان جي پارت ٿئي،
سفيد خون زمانا! اسان جي پارت ٿئي.

اکين جا تير ته هٽندو وتين ٿو بڻي تکيا،
ڪڏي وجهين نه دهانا، اسان جي پارت ٿئي.

سدائين وعدو سياڻي يا تنهن سياڻي جو،
سدائين ڪوڙا بهانا، اسان جي پارت ٿئي.

حقيقتون به اسان جون نظر ۾ رکندو ڪر،
خِرد فريب فسانا! اسان جي پارت ٿئي.

ڪسي ونين نه "وفا" جي هٿن مان امن جو ساز،
او جنگ باز ترانا! اسان جي پارت ٿئي.

# غزل

چاڪ دامان، چشم تَر آهيان،
مان پريشانين جو گهر آهيان.

راهگيرو! مون کي ٺُڏا نہ هڻو،
مان مظالم جو سنگِ در آهيان.

مالڪِ دوجهان! لڪ تورا،
تنهنجو نائب هان دربدر آهيان.

پيٽ قوت آهيان زندگانيءَ جو،
حَسرتن جو گذر سفر آهيان.

بيو جنم آهيان ابنِ مريم جو،
غم آدم جو چاره گر آهيان.

# غزل

رنج و غم شناس آهي، درد آشنا آهي،
منهنجي زندگانيءَ کي حُسن جي دعا آهي.

دوستن جي محفل ۾ تون، تنهنجي ائين محسوس،
جڻ اسان غريبن جو ٻيو ڪوئي خدا آهي.

ڪيڏو خوش نصيب آهيان، ڪيڏو سخت جان آهيان،
ڏار غم زماني جو، تنهنجو غم جدا آهي.

هيڏي ساري دنيا ۾، ڪيئن تو چئي سگهجي!؟،
ڪير بيوفا آهي، ڪير باوفا آهي.

رزق جي خداوندن ڪلهه ڪئي هئي خيرات،
منهنجي مٺ ته خالي آ، تنهنجي هٿ ۾ ڇا آهي.

ڏِس ته ڪاٿي پهتي آ، ارتقاء انساني،
جَبر پيش پيش آهي، عدل بي نوا آهي.

موت جي انڌيرن ۾ ڪير ڪنهن کي ڳوليندو،
هڪ ٻئي کان جيئري ئي هر ڪوئي خفا آهي.

شهر شهر ۾ ماتم، ڳوٺ ڳوٺ ۾ نوحا،
وک وک تي اڪيل، نقش ڪربلا آهي.

سر بکف ائين بيٺو آهه چاره گر هر هڪ،
جڻ "وفا" جي دردن جي زهر ئي دوا آهي.

# غزل

باتي جي ٻول وانگر،
دنيا مَخول وانگر.

بي آبرو شرافت،
بيدي جي خول وانگر.

انسانيت جو سينو،
ڌرتي جي گول وانگر.

مزدور جو جياپو،
ٿاڻر جي سول وانگر.

در در تي دل وڃي ٿي،
منگتي جي ڊول وانگر.

ڪولي وڏم "وفا" سان،
هر دل ڪي پول وانگر.

# غزل

هر هوا ، اڄ صبا جان گُهلي ٿي ،
تنهنجي ڳُت ، منهنجي قسمت کُلي ٿي.

دل جي هيڙي جو اوهي نه واهي ،
هر نظر چولين جان ڇُلي ٿي.

تيئن يتيمي بـه رُلندي نه آهي ،
جيئن تنهنجي جواني رُلي ٿي.

ڪيترا در ڪيان بند پيارا! ،
ڳالهه گهر گهر ۾ تنهنجي هُلي ٿي.

هر نظر ٿي ڪري توکان نفرت ،
تنهنجي چاهت جي قلعي کُلي ٿي.



Scanned with CamScanner

# غزل

لُڙڪ لاڙي جِئو، مُرڪ ماري جِئو،
سڄ بڻجي حياتي گذاري جِئو.

حيف آهي جي ڪنهن جي جِئاري جِئو،
مڙس آهيو تہ پنهنجي سهاري جِئو.

زندگي روشني سان عبارت اٿو،
حسرتن جي چراغن کي ٻاري جِئو.

پنهنجي بربادين جون ڏئي لوليون،
پنهنجي ناڪامين کي سُمهاري جِئو.

دل جي درياهہ جو هر ڪنارو "وفا"،
هِن ڪناري جِئو، هُن ڪناري جِئو.

# غـزل

سـپ اک ، ڪشڪول اک ، بادام اک ،<br>
آهَـ تـشبيـهن جـو قـتلِ عـام اک.

گـهـر کان بازر تائين خاص ۽ عام اک ،<br>
ڪيـڏي شـهرت تـي رکي بـدنام اک.

پـو ڪـٿي هـر عيـش ۽ آرام اک ،<br>
دل جـي ڪوشش کان سوا نـاڪام اک.

تنهنجي رخسارن جـي صحبت ۾ رهـي ،<br>
ٿـي وئـي گـل بـوء ۽ گـلفام اک.

ڪير پـي ڪنهن کان ڳُجهو پالهو نہ آ ،<br>
دل جـي آئـيني جـو آهـي نـام اک.

نـوجـوانـي جـي نـگاهن جو قسم ،<br>
هـر وڏي تـهمـت ، وڏو الـزام اک.

نـانـگ ٿـا پـلجن لڱن دل ۾ جڏهن ،<br>
ٿـي وڃـي ٿـي نيـٿ وِهَ جـو جام اک.

دل ڪـٿي ڇـا پي هُـڃي ليڪن "وفا"! ،<br>
پـيـار جـو آغـاز اک ، انجام اک.

# غزل

جرئتِ اظهار آ زندان ۾،
سچ گستاخي آ تنهنجي شان ۾.

مون سان گڏ تون يي لُڇين ڦٿڪين پيو،
ياڻئجي تو پاڻ آهين ڪان ۾.

دل ڇڏي ويو آهه دسترخوان تي،
ڇا خيال آيو دلِ مهمان ۾.

تي ڦري هر آس واڇوڙي جيان،
زندگي آهي وڏي طوفان ۾.

جهڙو غم، تهڙي خوشي آهي "وفا"!،
فرق ناهي درد ۽ درمان ۾.

# غزل

پيئڻ کان پي بچي ويا لُڙک منهنجا ،
مصيبت ۾ اچي ويا لُڙک منهنجا.

بچيون اکيون فقط توکي ڏسڻ لءِ ،
چپن تائين اچي ويا لڙک منهنجا.

سنڌءِ محفل، سنڌءِ موجودگيءَ ۾ ،
پيالن سان نچي ويا لڙک منهجا.

ڪڏهن شعلا، ڪڏهن شبنم جي صورت ،
دو رنگيءَ ۾ رَچي ويا لڙک منهنجا.

هُيو گُل يا "وفا"! شمع فروزان ،
پتنگن جان پچي ويا لڙک منهنجا.

# غزل

تنهنجي نيڻن مان مڌ ٿي ڳڙي،
منهنجي اڄ پئي پيالا گھڙي.

زخم روشن چراغن جيان،
لعل دل تي جڙيا ٿئي جڙي.

پيچ وڃڙي ويل کونج کان،
توکان وڇڙي ڪو ڪيئن تو رڙي!؟.

نين سورج جيان تا ٻکن،
دل چنارن جيان ٿي سڙي.

چوطرف گھر کي لوڙها ڏنل،
ڪيئن ٿنهنجي طرف کو لڙي.

عمر جو فيصلو هو "وفا"،
جو تڏي تان ڇڏيو ٿئي تڙي.

# غزل

رُلي نظر چمن چمن بهار ۾،
نه گل ۾ تنهنجو ڏس پتو نه خار ۾.

اٿين رهن ٿيون دل ۾ تنهنجون چسرتون،
چراغ جيئن ٻرن ڦِٽل مزار ۾.

شڪست، فتح جو نڪو پتو پوي،
اثر ڪو آهه اهڙو تنهنجي وار ۾.

نه هجر غمزده نه وصل خوشنما،
نه لُڙڪ آ نه مُرڪ تنهنجي پيار ۾.

رهان ٿو منتظر مان ڏينهن رات پڻ،
خبر نه آ ته ڪنهن جي انتظار ۾.

نشو به ڪونه ٿو ڪري مگر "وفا"،
رهي ٿو دوستو! سدا خُمار ۾.

# غزل

ڇا حقيقت جي، ڇا فساني جي،
ڳالهه ٽڙيل ٽي رهي زماني جي.

باقي سڀ ڪوڙ، ڪُفر ۽ بڪواس،
زندگي تنهنجي آستاني جي.

مَٽ ڀڄندا ۽ لِيو نوڪر،
ڏوَنس ڇابي شراب خاني جي،

ڳالهه گهر گهر هلي وئي آهي،
تنهنجي ميندي، جي، منهنجي ڳاني جي.

ويو هليو تو مان اعتبار مڪر،
تو مان عادت نہ وئي بهاني جي.

# غزل

هر حقيقت کي ڦاهي ڇڏيو،
تو ته ڏينگو ئي ڏاهي ڇڏيو.

تو کان پو پيار تنهنجو کٿي،
مون سپن ۾ وراهي ڇڏيو.

ڇو تو مون کي مرڻ کان جهليـن،
تو جيئڻ لاءِ ڇاهي ڇڏيو؟.

تنهنجو منهنجو ساٿ هو،
وقت کي رت ڇاهي ڇڏيو.

چند چهري تان پردو کٿي،
منهنجو هر سچ لاهي ڇڏيو.

مُند ڪَڪَ پَن جي آهي "وفا"!،
ڳاهه سجهندي ۾ ڳاهي ڇڏيو.

# غزل

ڪڏهن عيسيٰ، ڪڏهن منصور آهيان،
مان پنهنجي ظرف کان مجبور آهيان.

تعارف مختصر منهنجو اِهو آ،
بشر آهيان، دليلِ نور آهيان.

وٺي ڪاڏي هلين ٿو مئڪدن ۾،
مان پنهنجي ئي نشي ۾ چور آهيان.

محبت آهه نصب العين منهنجو،
ازل ۽ فطرتي دستور آهيان.

ٻنهي گڏجي، جي ٻوڪيا ها هٿن سان،
انهن ٻوٽن جو ڇٽيل ٻُور آهيان.

سلامِ شوق کي شرفِ تبسم!،
"وفا"! مشڪور ۽ ممنون آهيان.

# غزل

هر سوچ کي سوال بنائي ڇڏيو اٿئي،
خودداريت جو ڪنڌ جُهڪائي ڇڏيو اٿئي.

ٿاهي هتن سان چاهه مان واري جي گهر جيان،
پيرن سان منهنجو پيار مِٽائي ڇڏيو اٿئي.

جيئن تيئن شبِ فراق گذاري ڇڏيم، مگر،
اڳنا جو اَعتبار وڃائي ڇڏيو اٿئي.

وينس وڃائي پاڻ کي، تنهنجي تلاش ۾،
ڪيڏو نه ميل جول وڌائي ڇڏيو اٿئي.

رت سان لَهو لَهان آ اُلٽي شراب جي،
شايد نشي ۾ زهر ملائي ڇڏيو اٿئي.

بي خوف رهزنن سان ڳڏيو ٿو وتين "وفا"!،
شايد سمورو مال لُٽائي ڇڏيو اٿئي.

# غزل

ٺو رڳو شڪ ۽ گمان ملي،
ٺو عجب رنگ جو جهان ملي.

ائين مفلس سان ٺو امير ملي،
جيئن ڌرتي سان آسمان ملي.

جيڪڏهن صبر کي زبان ملي،
جبر جهڙو نه ڪو نشان ملي.

زندگي آهه برگِ آواره،
ڪوئي رهبر، ڪو پاسبان ملي.

هِن ۾ تنهنجو وجود شامل آ،
ورنه مٽي کي ايڏو مان ملي!؟.

ابر، سهڻو، شراب، تنهائي،
جيئن ڪنهن کي سڄو جهان ملي.

آهه خانه بدوش هر اميد،
دل کي مشڪل "وفا"! مڪان ملي.

# غزل

رت پهتي گجگوڙ ڪٽي،

واتا! اڄ پنجوڙ ڪٽي.

مون کان اڳتي سڄ اٿي،

پنهنجي واڳون موڙ ڪٽي.

ٻيڙي ۾ سوراخ نه ڪر،

موران ٻيڙي ٻوڙ ڪٽي.

پنهنجي موٽڻ مڙسن موت،

تون ئي اڳتي ڊوڙ ڪٽي.

توسان ريتو روح "وفا"،

ماڻهو لک، ڪروڙ ڪٽي.



# غزل

هيڪل ڇوري،
ڪير، ڪٿوري.

دل جي سوچيل،
اکين اوري.

آئون ستارو،
تون شبڪوري.

دل دل پيچرو،
بلبل ڇوري

لغڙ جواني،
ڪٿيل ڏوري.

چرير، پاڇا،
ڪاري مبوري.

مون چاهت تان،
جنڊڙي گهوري.





# غزل

ڪوبہ تو ڏي سُمهي نہ پير ڪري،
ريس تنهنجي ڪري تہ ڪير ڪري.

تو ڏسان توکي ڪيچ ۾ پٽڪو،
ڪنهن جي عزت وجهين نہ دير ڪري.

آهين سڀ ڪنهن سان برسرِ پيڪار،
ضبط منهنجي وڏءِ دلير ڪري.

رحم، احساس جي هجي زنده،
هيئن ٻڪري سان ڪيئن شير ڪري!؟.

مُڙا جتان تو اچئي تيي تو پوين،
سأرو دريا وجهين نہ گهير ڪري.



هونءَ "وفا"! تنهنجي اڪ بہ اڪ آهي،
پر ڏسڻ ۾ وجين تو ڦير ڪري.

# غزل

تيرن تي تير آهن ،
جهيرن پر جهير آهن.

نوڙن سان نينهن ناتا ،
جن بي ضمير آهن.

ڪشڪول هر تمنا ،
ماٺهو فقير آهن.

رهندين تون ياد ، جيسين ،
نيڻن ۾ نير آهن.

سوچيو پيئي غريبن ،
سي ڪجهه امير آهن.

بيڙي "وفا" جي تارن ،
سي دستگير آهن.

# غزل

پنهنجي هستي بار ٿئي،
واهه جو معيار ٿئي!.

غار ۾ ڪاٿي هئا؟،
هون، ته سڀ ڪو يار ٿئي!.

ڪفر، اونده ۾ رکڻ،
منهنجو مذهب پيار ٿئي.

جو رُلين هُن پار پيو،
جو به ٿئي هِن پار ٿئي.

رنگ، خوشبو، تازگي،
جڻ بدن گلزار ٿئي.

شهر ٿئي برده فروش،
تنهنجو مُرڪڻ بار ٿئي.

# غزل

ڪڏهن تنهنجي خيالن سان رُناسين ،
ڪڏهن پنهنجي افالن سان رُناسين.

هُئي هر لُڙڪ ۾ تصوير تنهنجي ،
سدا تنهنجي حوالن سان رُناسين.

ڏِسي درياهه تي سانوڻ جي ورڪا ،
سرابن ۾ غزالن سان رُناسين.

محبت ڇا ، وفا ڇا ، دوستي ڇا ؟ ،
زماني جي سوالن سان رُناسين.

تڏهن زلفن وچي چهرو پَسايو ،
جڏهن چنبڙي اُجالن سان رُناسين.

"وفا"! هڪ بيوفا جو پيار ساري ،
وڇوڙن ۾ وِصالن سان رُناسين.

# غزل

دنيا سان نڀهڻ مشڪل آهي،
عزت سان رهڻ مشڪل آهي.

پل منهنجو نه ٿي، پر غير کان مُڙ،
هيءُ سور سهڻ مشڪل آهي.

مان شيشي جو، تون پٿر جو،
ڏاڍن سان ڪَهڻ مشڪل آهي.

گهاٽو به وهون، ڪوپا به ٻڏون،
هن ريت وَهڻ، مشڪل آهي.

سچ سورين تي، سچ قيدن ۾،
هيءُ مَند ڏِهڻ مشڪل آهي.

حق جان کان پيارا هوندا هن،
هن ضِد تان لهڻ مشڪل آهي.

ڪو چت تي بيٺو آهه "وفا"!،
اڄ چنڊ لهڻ مشڪل آهي.

# غزل

غيب ۾ تون هُئين، روبرو تون هُئين،
منهنجي هر آس جي جستجو تون هُئين.

هر نظر تنهنجي چهري مٿان غش هئي،
بزم ۾ ايترو خوبرو تون هئين.

تو ڪان وڇڙي ڪان پو هيءُ عُقدو کُليو،
منهنجي سنسار جو رنگ و بو تون هئين.

مون تي بيائيءَ جو الزام ڇو تو مڙهين،
ڇا ڏسان ها بيو؟ چارسو تون هئين.

ڪُل هتيار تنهنجي هٿن ۾ هئا،
مون تي يانيا بيا، پر عُدو تون هئين.

خواب ڪيڏو نه ويجهو هو تعبير کي،
ننڊ ۾ جو ڏٺم، هوبهو تون هئين.

ساري دنيا ڪٿي چنڊ ۽ گُل هئي،
پر "وفا" جي فقط آرزو تون هئين.

اڪس ۾ اُداس

# غزل

هر حڪيمِ وقت تہ بےَرحم ملي،
ڪيئن مريضِ وقت کي مرَهم ملي.

ڪير آيو آهہ منهنجي بزم ۾؟،
تہ خوشي ۾ ڪونہ دم سان دم ملي.

اشڪبارن کي ڏسي مُرڪين پيو،
ڪاش! توکي پي ڪو اهڙو غم ملي.

علم جو شايد ڪباڙو ٿي ويو،
جاهلن وانگر تہ هر عالم ملي.

زور ۽ زر جي مظالم تي لڪان،
جيڪڏهن اخبار جو ڪالم ملي.

منهنجي لهڪن کي سزا گهرجي "وفا"!،
هر قدم تہ گريہ وماتم ملي.

# غزل

جو بہ ھو، تنھنجي سِر تان لُٽايو ويو،
ساھہ آھي رھيو، سو بہ آيو ويو.

سچ جي چٽنگ تي ڪوڙ جا ڪک رکي،
حق جي اصليت کي لڪايو ويو.

منھنجي لُڙڪن جا پيرن ۾ گھنگھرو ٻڌي،
بزم دربزم ٽوڪي نچايو ويو.

رھزنن جي شڪايت ڪبي ڇا، جڏھن،
پاڻ کي پنھنجي ھٿ سان ڦُرايو ويو.

ٽھڪ جو پيو اچي، لُڙڪ جو پيو پچي،
مون کي اھڙي طريقي کِلايو ويو.

ساڳيو رنگ ۽ روپ مليو مون کي،
جنھن بہ چھري تان پردو ھٽايو ويو.

ڪاغذي گُل رکي تنھنجي اکين اڳيان،
ٽوڪي ھر گلستان ۾ کِلايو ويو.

مون وانگر سدائين رھياسين "وفا"،
ھر جتنا ۾ اھاڻ کي جلايو ويو.

# غزل

گلن کي موکلي بزار ۾،
ڪِلي ٿو باغبان بهار ۾.

مستي عروج تي رَسي وئي،
وسي ٿي ڏوڙ هر مزار ۾.

لڳيءَ جو موت، وصل جي گهڙي،
مزو رهي ٿو انتظار ۾.

وجودِ حُسن جو ثبوت حُسن،
بيانِ عشق اختصار ۾.

نه ڳڻپ ڪنهن جي موت جي "وفا"!
نه ڪنهن جي زندگي شمار ۾.

# غزل

اکين ۾ لڙڪ آهن، چپن تي جام آهي،
اهو تنهنجي محبت سندو انعام آهي.

اجوڪي دوستي جو نرالو فلسفو آ،
ڪرم آغاز آهي، ستم انجام آهي.

منافق کان هزارين دفعا ڪافر چڱو آ،
هي مارِ آستين، هو رڳو بدنام آهي.

خيالن ۽ اصولن ۾ ايڏو فرق آهي،
هُتي جشنِ چراغان، هِتي ماتام آهي.

سدا تنهنجي محبت ۾ جڻ پيغمبري آ،
ڪلامن القاءُ لڳي ٿي، ڪلامن الهام آهي.

سڄي دنيا ۾ آهي اثر وحشانيت جو،
”وفا“! انسانيت ۾ مَچل ڪهرام آهي.

# غزل

پريشان حال ڇو، دل مضطرب ڇو؟،
ڪرين ٿو ايترو مون تي غضب ڇو.

تمنائون جياري، چٽنگ چوري،
وڃي وينين، پراهون بي سبب ڇو؟.

حقارت سان ٿڏي ڇڏيو تو جنهن کي،
ڪرين ٿو هاڻ ان دل جي طلب ڇو.

اوهان جي ظلم تي ڪوڪان ۽ ڪسڪان،
ٿيان ايڏو مان آخر بي ادب ڇو.

جڏهن ڪو ڳالهه ٿي ٻڌندو نه پنهنجي،
اجايو چوريون پو پنهنجا لب ڇو.

پري آهي "وفا" جا پهچ کان ٿي،
ڪيون بي وجهه ان شيء جي طلب ڇو.

# غزل

بي چين حُسن، عشق ملول آھ دوستو!،
اھڙي فضا ۾ پيار فضول آھ دوستو!

اکين تان ذات پات جا پردا ڪٿي چڙھيو،
ورنه تميزِ حُسن فضول آھ دوستو!.

انصاف جو سوال ٿي پيدا نٿو ٿئي،
اوندھ تي روشنيءَ جو نزول آھ دوستو!.

قانون جو وجود ۽ ڪاري لباس ۾؟،
مون کي سزاءِ موت قبول آھ دوستو!.

ھر چند بيوفا سان محبت عبث، مگر،
مان ڇا ڪيان "وفا" جو اصول آھ دوستو!.



## غزل

ايترو گهٽ نہ ڪِل،
موهجي پوي نہ دِل.

آدميءَ جي ڪسوٽي،
رسم، ريت، آبِ، گِل.

مورجان، رقيب سان،
منهنجي ساهون نہ تل.

بي لباس تن ڍَڪي،
سر نگون ڪلات مِل.

عمر پرجي عاشقي،
ماحصل وفا جو نِل.

موت ٿي پري سکيو،
منهنجي زندگي جو بِل.

مون سان پل نہ مِل "وفا"!
منهنجي پيار سان تہ مِل.



# غزل

اوکو آهي، مشکل آهي پيار،
قاتل آهي، مقتل آهي پيار.

تر، ڪاڇي ۾ فرق نہ ڄاڻي ڪو،
اهڙو وسندڙ بادل آهي پيار.

ڪنهن طاقت ڪان پي مرعوب نہ ٿيو،
اهڙو اٽر، اڻ جهل آهي پيار.

هر مفتيءَ جي فتويٰ جو اعلان،
ڪافر آهي، باطل آهي پيار.

زور ۽ زر جي ڪوڙن ۾ مجبور،
ٻن ٽنگن سان قاتل آهي پيار.

خار جهلي پي گل ورچي تو ڇو!؟،
سياڻو آ يا پاڳل آهي پيار؟.



# غزل

جو بہ سچ کي کٿي آشڪار ٿي ويو،
سنگدل سماج کان سنگسار ٿي ويو.

جو حيات بخش هو، موتمار ٿي ويو،
عشق جو نظام ئي زيربار ٿي ويو.

هر طرف کان بند هو، نفرتن جي ڪوٽ ۾،
پو بہ منهنجي پيار تان هو نثار ٿي ويو.

ورنہ پنهنجو انتظار ئي نٿو پڄي مون کان،
تنهنجو انتظار هو، انتظار ٿي ويو.

نفرتون هلي هلي پنهنجي موت ويون مري،
قربتون وڌي ويون، قربدار ٿي ويو.

سنگدل هيو مگر، بيوفا هيو مگر،
آخرش "وفا" ڪئيو، نيٺ پيار ٿي ويو.





# غزل

سچ ۽ ميرو؟،
ساڙ نہ جيرو.

دل جي چوري،
اک جو پيرو.

انڌي گھوڙي،
ڪُل ۾ ديرو.

پنجي، جوڳي،
قسمت، ڦيرو.

حُسن، جواني،
ھڪڙو ڀيرو.

ڇوريءَ جو بت
مکڻ ٽيرو.



روح "وفا" جو،
ڏکيل ڳيرو.

# غـزل

ڪِـتي حـقانـيت نـاهي،
اهـا انـسـانـيت نـاهي.

زمـانـو ڪـاڻ بـارودي،
اڃا وحـشانـيت نـاهـي!؟.

گـنـاهـن ڪـي ڏسـي بـخشڻ،
اهـا رحـمـانـيـت نـاهـي.

بـدن تـنـهـنجـو چـمـن آ پر،
مـنـجـهـس نـسوانيت ناهي.

رڳـي مـاده پـرسـتـي آ،
رهـي روحـانـيـت نـاهـي.

ونـڊڻ فِـرقـن ۾ مـاڻهن ڪي،
"وفـا"! وحدانـيـت نـاهـي.

# غزل

رَهـــن تـيـــون مـخالف هوائون اسان جون،
تـڏهـن کـونـ ٻُڌجن صدائون اسان جون.

اســان جـي مــرض کـــان ويون مات ڪائي،
دوائـــون تــوهان جون، دعائون اسان جون.

زماني کي حيرت ۾ وجهنديون رهن ٿيون،
جــفـائون توهان جون، وفائون اسان جون.

هُـجـي حيف اسان جي تہ جوڳي پُٺي تي،
اســان کـــي ڏنگن ٿيون بلائون اسان جون.

ڪــنــدو تو وتـي هــو نـِڪر ۽ پـِتر سان،
"وفـــا"! گــڏ ڪـائي گـــلائون اسان جون.



# غزل

سپ جي ڪاهه ڏري ڏي،
اُلري ڪير ڳَري ڏي.

قاتل نظرن وارا!،
دل جو خون پري ڏي.

پارس فطرت وارا!،
لوها سون ڪري ڏي.

مٺ کهڙي جائزا،
سوٽر ماس تري ڏي.

ڪير اٽي کي پهچي،
پينهن چڏ، ڏري ڏي.

سطحي سوچ توهان جي،
منهنجي تانگهه تري ڏي.





# غزل

منزل منزل موڙا،
رستا ڏوڙا سوڙا.

وقت گهري ٿو ماڻهو،
انڌا، گونگا، ٻوڙا.

جذبن جون ارڏايون،
پٿر، ڦنڪا، ڪوڙا.

دنيا، دنيا وارا،
ڪل ۾ انڌا گهوڙا.

آئون اڪيلو، باقي،
جڳ ۾ جوڙا جوڙا.

ڏاڍا عيش، طرب ۾،
هيٺن هٿ هٿوڙا.

آهه "وفا" جو ڪاڏو،
ٻُڪڙا دال، پڪوڙا.





# غزل

کوڙ ٻر کَڙيا آهيون،
سچ مان اُڙيا آهيون.

عشق کان سوا يارو!،
کان اڻ، گهڙيا آهيون.

موٽو پيو آهي،
جنهن طرف لڙيا آهيون.

پوءِ کونه ويا آهيون،
جنهن هنڌان تڙيا آهيون.

چاهه يي چٽا آهي،
سو دفعا سڙيا آهيون.

مِينهن لاءِ مورن سان،
رڃ ۾ رڙيا آهيون.



# غزل

مون کان ساري ڏيهه جهلي،
هوءَ نه پلجڻ سان پلي.

پهتو ڪونه پتنگ ڪوئي.
شمع ساري رات جلي.

سورن جي سيلابن ۾،
سڪ جي ٻيڙي ڪانه هلي.

دل جو قتلِ عام ٿيو،
اکين اهڙي چال چلي.

هر ڪوڙي کان نفرت ٿي،
هر سچي جي ڪل، ڪلي.

هن نه گهٽا ٿي ڏنڀ ڏنا،
مون کان ٿي دل ڪانه پلي.

شال نه لُڇجي شان "وفا"!،
پڻ جي آن کان بڪ پلي.

# غزل

جنهن کي ڳوليو مون پٿي غار جي يارن وانگر،
سو مليو مون کي نمائش ۾ هزارن وانگر.

دل جي دريا جا سيئي بند ٻجي پيا آهن،
نيڻ جل ـ ٿل ٿا وهن واهه جي گهارن وانگر.

ڪنهن جي سامهن ته هماليءِ جو ڪشالو آهيان،
ڪنهن جي سامهن ته روئي پوندو هان ٻارن وانگر.

تنهنجي هن پيار، محبت جو هجي خير صنما،
تنهنجي هوندي ٻه گذاريون ٿا مزارن وانگر.

زندگي منهنجي ته آهي راهگذارن جهڙي،
هن جتو هر وجود نقط گرد غبارن وانگر.

منهنجي ٻڌر جي صداقت جو نتيجو هو ”وفا“،
جو نظر آيو پري ڪان ٿي ڪنارن وانگر.

# غزل

انصاف مَهانگو آهي،
انسان سَهانگو آهي.

سو حُسن کي هٿ نہ لائي،
جنهن سر جو سانگو آهي.

مزدور ئي ناهي ڪپڙو،
مزدور ئي نانگو آهي.

جو ڪاڪ محل ڏيکاري،
سو پنڌ اٺانگو آهي.

هر ساهہ ڏکي گهوڙي جان،
ڇڻ جيون ٽانگو آهي.

شايد ڪو اچڻو آهي،
اڄ مُوڙ ٻر ڪانگو آهي.

مظلوم ٻہ ۽ ظالم يي،
انسان ٻہ ـ ڇانگو آهي.



# غزل

ڦٽ چُنڻي پي وڃن اگر اي دوستؔ!
داغ مِٽجن نٿا مگر اي دوست!

آخري پهر جو چراغ آهيان،
منهنجو گل ٿي وڃڻ، سحر اي دوست!

جيئڻ هرڻي پُنيان پيل تازي،
امن ـ ڪڏ جنگ جي نظر اي دوست!

ڪو عمل جي اصول تي ناهي،
ڇا ڪجي نور ۽ بشر اي دوست!

ڪيس اڪ ٻوٽي ٻر لِڪائي "وفا"!
ڳوليان ٿو نگر نگر اي دوست!



# غزل

ڏيان گهڻي گهڻي هوڪو،
"پيار ڪان پري لوڪو"!.

ڪائنات جو حاصل،
رن، ڪوهه ۽ ٻوڪو.

اک ذري ذري لغزش،
دل گهڙي گهڙي ڏوڪو.

اک ڏسي سڄي دنيا،
دل ڪي تو وٽي ڪو ڪو.

نڪ جي نمود "وفا"!،
نعمت، لئونگ ۽ ڪوڪو.



# غزل

حالتن سان سمجهوتو،
ورنه، پيءُ ڪوتو!.

گُل ته سو دفعا ٽڙيا،
هار ئي نه ڪنهن پوتو.

نفرتن جي دريا ۾،
پيار سير ۾ گهوتو.

ڇا مجسمه سازي،
ڇا خيال، ڇا بوتو!.

ڇا چئي ويو آهين؟،
مون کي ڇا ڇيو هو تو.

مان "وفا" جي ڳولا ۾،
بوڙ جو ڇنل ڇوتو.



# غزل

چوڏهن سالي ڪنوار ۽ اسي سالوگهوٽ،
ماءُ پيءُ جي سُرت کي ڏنگي وڏو نوٽ.

آزاديءَ جي مارئي، تيسين رهندي قيد،
جيسين ڪبو ڏاڍ جو پوري ياڻ نہ ڪوٽ.

ظلم ڪرڻ سان ئي رڳو ظالم سڏجي ڪون،
دل شڪني مظلوم جي، ڇڻ ظالم کي ووٽ.

ڇٽني پاسن کان ڏسان قاتل جيتوڻيڪ،
ليڪن منهنجي هوڏ جو هر جذبو اڻ موٽ.

ڄاڻ ”وفا“! ٿيو صبر جو پيمانو لبريز،
پنهنجي ڪنن ساڻ تون ٻڌندين ڪو ٻرڙوٽ.



# غزل

دولت مندن جا ڪُتا ،
يوئنڪن رُتا ـ اڻ رُتا .

دل سيني مان ڪيڏي پٽي ،
اهڙا اُگرا گَز ڪُتا.

ڪافر ٿي هوندا ، جيڪي ،
توڏي پير ڪري سُتا .

اهڙيون ڇڄون يي سنيران ،
جن ۾ ڏُهل نڪي مُتا .

پنهنجون گاڏيون ـ پنهنجا پنڌ ،
چو تہ پريون يارڙا يُتا .



چوري ، بوتل ساڻ "وفا" ! ،
بند مگر چڪلا ، گُتا .

## غزل

اُنس ڇٽيل، خلوص ڦٽيل آ،
پاڙ انسانيت جي پَٽيل آ.

تنهن ڪري ٿو رڪانس پيري بر،
جو تہ پاليل نہ آهہ، جَهٽيل آ.

آخري مرحلو وڇوڙي جو،
زخم وڏيل آ، سور گهٽيل آ.

بَين آهي پيل زبانن تي،
هر نڙيءَ لاءِ نوڙ وٽيل آ.

جڏئون ڪيئن جنم وٺن هِيڙي،
عقل ورتل آ، سوچ رَٽيل آ.

ڪيئن سچائيءَ جا گُل ٽڙن يارو!،
هر حقيقت جي پاڙ پٽيل آ.

تيرگيءَ جا ٿُڏا پيو ڪاوان،
رابطو روشني ڪان ڪَٽيل آ.

ڪيئن ڪري تنهنجو انتظار "وفا"،
راهہ تنهنجي اچڻ جي لَٽيل آ.



# غزل

زهرِ قاتل ٻه آيل نه ڇابو،
زندگيءَ کي اُڃايل نه ڇڏيو.

زرخريدي ۽ غربت وڪاميسي،
هي چرخو چلايل نه ڇڏيو.

پار ٻرندي، جي ڏيڏو نه ملندو،
ڪوبه ڪُڙمي بکايل نه ڇڏيو.

مارئي لئه هجي يا عمر لئه،
ڪونڪ ڪو ٻي اڏايل نه ڇڏيو.

سچ لُڏندو، مگر ڪوڙ ٻُڏندو،
ڪوبه حربو هلايل نه ڇڏيو.



# غزل

ڪنڌي نَڪ نَڪ سان ويا نظرن جا شيرازا وفا!،
ڪُلن ٿا ڪون ليڪن دل جا دروازا وفا!.

سندس وڇڙڻ کان پوءِ دل ۽ جگر جي ڪيفيت،
سياري جي هوا ۾ جيئن ڦٽ تازا وفا!.

نهن سان ٿي ڪرن مڪتب ٿا شاگردن مٿان،
وطن، غدار، ٺيڪيدار ۽ رازا وفا!.

پيا جي پوڳتا مون ڪي ۽ منهنجي ظرف ڪي،
زماني جي گناهن جا ها خميازا وفا!.

اهي آرائشون، زيبائشون ڪهڙيون ڪندا؟،
لب، اسٽڪ جن جا چپ آهن ۽ ڳل غازا وفا!.

# غزل

آهه آباد، اُجاڙي مون کي،
سچ هو، جيئن چيو پاڙي مون کي،

اُج ۽ رُج تي بادل وسندا،
ڪالهه سُرسان چيو تاڙي مون کي،

منهنجي احساس جي ڪاغذ تي لکي،
هيءَ اجلي ويو ڦاڙي مون کي،

جيئن ڪُتو تو چباڙي هڏيون،
تيئن ماڻهو تو چباڙي مون کي،

منهنجو تن من هو سِري تي عاشق،
تو چڏيو لاڙ ڏي لاڙيِ مون کي،

روح تان لاهي حجابن جا نقاب،
کو پري کان پيو تاڙي مون کي،

وقت انصاف ڪري ويو مون سان،
ڪنهن سان ونواهه بر واڙي مون کي،

برهه جي اُس بر "وفا"! اُجلي ويو،
وصل ڀاڙن کان اڪاڙي مون کي،

# غزل

سُسُت اوندهه کان پريات ناهي ،
روشني کائيندي مات ناهي.

روز اچ وڃ ڪُتن ۽ ٻِلن جي
سِنڌ انڌن جي خيرات ناهي.

تنهنجي ٻولي سڀن کان نرالي ،
هر ٻڪي جي مٺي لات ناهي.

هجر پهريون ۽ لُڙڪن جو عالم
وڏڙي جي به هٿ بات ناهي.

عشق مذهب منجهان ڪونه جاڳي ،
حُسن رکندو ڪڏهن ذات ناهي.

مسڪرائي لکي ٿو سدائين ،
ٿي اڃان پر ملاقات ناهي.

ڏس نه اڄ ڏي صنم ! ڏس "وفا" ڏي ،
مان روئان ٿو ، هي برسات ناهي.

# غزل

ڪَليمن جي دنيا،
فَهيمن جي دنيا.

هي گهاٽن ۾ ماٺو،
هي قيمن جي دنيا.

نه اوهي نه واهي،
يتيمن جي دنيا.

هي ٽي بي، هي ڪينسر،
حڪيمن جي دنيا.

عذابن ۾ ماٺو،
ڪَريمن جي دنيا.

تجاهل - تغافل،
عليمن جي دنيا.

ڪَپيل چپ، زبانون،
رحيمن جي دنيا.

# غزل

پيار! اڄ هر مڪان خالي آ،
دلجو سارو جهان خالي آ.

تنهنجو ترڪش ڏسان پيو خالي،
تنهنجي هٿ ۾ ڪمان خالي آ.

پيار ۾ شڪ صنم حرام آهي،
تنهنجي دل ۾ گمان خالي آ.

اهڙو ماڻهو نٿو سجهي، جنهن جو،
درد ڪان داستان خالي آ.

ڪونه ٿو، ٿي سگهي محبت جو،
برهه ڪان جو بيان خالي آ.

ٻوڙ ڪائي ويا وڏا ماڻهو،
هٿ غريبن جي نان خالي آ.

# غزل

باغ آهيون، بهار ڪونه آهيون،
برسرِ اقتدار ڪونه آهيون.

هر بدن سان نباهڻو آهي،
دائمي اعتبار ڪونه آهيون.

صرف آهن اکين ۾ اوجاڳا،
ڪنهن نشي جو خمار ڪونه آهيون.

جيترو ٿي سگهيو ڪنداسين صنم!،
عمر جو انتظار ڪونه آهيون.

ٿا وٺون پاڻ هر شڪار پٺيان،
پاڻ ڪنهن جو شڪار ڪونه آهيون.

آهيون ڏاڍو طويل رستو پر،
اي "وفا"! خاردار ڪونه آهيون.

# غزل

پوريءَ جي نه ڪاريءَ جي،
بس ياد آ ياريءَ جي.

هڪ جهڙي حقيقت آ،
پوريءَ جي ۽ ڪاريءَ جي.

زُلفن ۾ وڏيري جي،
نانگن ۾ ته هاريءَ جي.

آدم سان مِلي فطرت،
نوريءَ جي نه ناريءَ جي.

چاهت ۾ چلت ساڳي،
پنهنجي جي ڏاريءَ جي.

راڌا سان مِلڻ تيندو،
رات آهه ڏياريءَ جي.

دل کي ئي خبر هوندي،
نيڻن جي ڪناريءَ جي،

پارن سان پئي گذري،
پوليءَ ۽ مداريءَ جي.

قاتل جان "وفا" تنهن تي،
هر سوچ شڪاريءَ جي.

# غزل

گُل گُل پوتل هارن ۾،
ڇا هوندو گلزارن ۾.

پنهنجي مرضي جرم مگر،
سڄون خود مختيارن ۾.

منهنجي محبوب جهڙو،
ڪونهي چنڊ، ستارن ۾.

تنهنجي لُڙڪن، مُرڪن سان،
جوت جَلي افڪارن ۾.

نالو نيچ منافق جو،
دشمن شامل يارن ۾.

ماڻهو سڀ هڪجهڙا پر،
فرق "وفا" ڪردارن ۾.

# غزل

مٿيا واري ڇوڪري،
پر بازاري ڇوڪري.

شاديءَ کان پوءِ ٿي وئي،
دنياداري ڇوڪري.

دولت جي طوفان ۾،
ٽاري ٽاري ڇوڪري.

ڪاسائيءَ جي ڏاڪ تي،
سانيڻ واري ڇوڪري.

جَهولن منجهه سڙي وئي،
ٻج جي ٻاري ڇوڪري.

ڪيئن اچڻ سنسار ۾؟،
ڇا ۾ ڪاري ڇوڪري؟.



جـــڳ جـــي دريـــا ۾ ٽُـــٻـــي،
مُـــٺ ۾ واري ڇـــوڪـــري.

مـــون کـــي هـــڪ جـهـــڙي لڳي،
نـــوري ،نـــاري ڇـــوڪـــري.

حـــســـن بـــ حـــيـــرت ۾ "وفـــا"!،
ايـــڏي پـــيـــاري ڇـــوڪـــري.



# غزل

بوڙي ڇڏ يا تاري ڇڏ ،
مون کي پار اُڪاري ڇڏ.

پيچرو پيچرو پوري ڇڏ ،
پکي سي! اڏاري ڇڏ.

اک اک تي حيران وڃي ،
اهڙي ريت نهاري ڇڏ.

اهڙو جيئون کو نه کپي ،
مولا! مون کي ماري ڇڏ.

بنجر ڌرتي، سڙيل ٻج ،
منهنجو کاتو واري ڇڏ.

پريتم ايندو نيٺ "وفا"! ،
سِڪ جو ڏيئو ٻاري ڇڏ.

# غزل

اج ب سراب مليا ،
دل کي عذاب مليا .

پن چن ملي چمن ب ،
سُج ب گلاب مليا .

جيڪي ب جنتي ها ،
زير عتاب مليا .

ڪنهن کي ب ڪون آيا ،
اهڙا حساب مليا .

نشو جدا جدا هو ،
طرحين شراب مليا .

هڪ بي نقاب وٺيو ،
ڏاڍا نقاب مليا .

تعليم جي تباهي ،
اهڙا نصاب مليا .

پڇيائون پٺي "وفا" جو ،
جيڪي ڪتاب مليا .

## غزل

جني ۾ درياهہ ۾ لٽيون آهن،
هيٺيون ۽ نڪي متيون آهن.

جهوپڙن کان اٽاريـن تائيـن،
ڪوڙ معيار کان ڍٽيون آهن.

مقتلن، سوريـن، صليبن ئي،
سچ جون قيمتون ڪٽيون آهن.

ظلم، ظالم تباهہ ٿي رهندا،
خونِ ناحق جون اڳڪٿيون آهن.

جن کي ٻُولا ڏسو ٿا چڪلن ۾،
ڳُت وڏيون ۽ نڪ لٽيون آهن.

جيڪي بارش ۾ گهر کان نڪري ويون،
ٻُوٽ ير سي وڃي ڍٽيون آهن.

حــق جــن جـن گُـهريا ، سندن سـسيون ،
مــقــتــلــن ۾ پــيــون ســتــيون آهــن.

چِــن نــ رنــگــيــن روشنيون اوندهه! ،
زنــدگــيءَ کي وڏيــون هــتــيون آهــن.

• .

عــنــقــريــب آهــ انــقــلاب "وفـــا"! ،
ذهــنِ شــاعــر جون اڳــڪــتــيون آهــن.



# غزل

پاڻ نه پاري،
ڪُتا ڏاري.

شيرين ملندي،
ڏونگر ڏاري.

رَت سان رڪبي،
مشعل ٻاري.

ڪوڙ نه جيتي،
سچ نه هاري.

ناصح ڪي چئه،
پاڻ سڌاري.

ناهيل ڪاريو،
يوري، ڪاري.



وات نہ ساڙيو،
کائو ناري.

هاريل پاڻي،
کير بهاري.

ونواهن کي،
پيار پُڪاري.

ڇا تہ وڄايو،
ڪاريءَ، ڪاري.

قيد حياتي،
کير گذاري!

ڪڪ ٿي پونديو،
ماري ماري.

نفرت ڪُن پر،
قرب ڪناري.

عرض "وفا" جو،
دور نہ گهاري.



# غزل

مون جڏهن عشق جو اپياس ڪيو،
حُسن جي سحر تي وشواس ڪيو.

جسم تنهنجي جي نہ خوشبو وسري،
گڏ هر قسم جو مون واس ڪيو.

اڳ ۾ پرچا تہ پڙهو وس وارا!،
پوءِ پلي فيل ڪيو، پاس ڪيو.

عالمي امن جو احساس آهيان،
منهنجي احساس جو احساس ڪيو.

هر طرف سچ لڪي پئي آهي،
تو وتين پاڻ کي راڪاس ڪيو.

منهنجي مظلوم سان ياري ٿي وئي،
مون جڏهن ظلم جو اپياس ڪيو.

نوجوانيءَ جو نشانو ٿي ويو،
مون جڏهن تاتي "وفا"! راس ڪيو.



## غزل

اڳ ۾ ٺُڪرائي ته روئون يارو!،
پوءِ پرچائي ته روئون يارو!.

اعتماد آهي ٻنهيءِ ۾ قائم،
ڪوئي پڇتائي ته روئون يارو!.

زخم مون لاءِ نئين ڳالهه نه آ.
لوڻ ٻُرڪائي ته روئون يارو!.

غير فطري ٿو روئي ڪير ڀلا؟!،
ڪوئي تڙ پائي ته روئون يارو!.

جنگ رسمن سان "وفا" جي جاري،
پيار هارائي ته روئون يارو!.



# غزل

ڪُن ڪان ٿهندو ڪر،
ڪپ سان رهندو ڪر.

آدم! خادم ٿي،
سپ سان وهندو ڪر.

راحت، محنت سان،
سختيون سهندو ڪر.

چاهت راند ڏکي،
سوچي رهندو ڪر.

هر تعمير ڏکي،
روز نه ڊهندو ڪر.

ڇا پي چوندو ڪر.
سامهن رهندو ڪر.

جڳ تڪليف "وفا"!
تنها رهندو ڪر.

## غزل

فتنو ءِ ڦڏو آهين،
جُوئا جو اڏو آهين.

دَر دَر آ ڪُليل ليکن،
جرئت جو جڏو آهين.

ڪيئن توسان ٿهي جيون،
مرڻي جو تڏو آهين.

ڪسٽر ڪان بچين مشڪل،
حاجين جو لڏو آهين.

ڪُتن جي حوالي آن،
تون صرف هڏو آهين.

لڪ پيرا "وفا" ڪِريو،
اوندهه ۾ ڪڏو آهين.

# غزل

دنيا ۾ سڀ جوڙا جوڙا،
آئون اڪيلو گهوڙا گهوڙا.

سچ ۽ سونهن اکين تي ليڪن،
ڪير جهليندو ڦٽڪا، ڪوڙا.

دنيا ۾ ڪجهه شخص ڏٺا مون،
انڌا، ڪاڻا، گونگا، ٻوڙا.

پيار ڪرڻ وارن جو رايو،
عاشق جو معراج وڇوڙا.

ٻوڙ، پلاون مان ڇا جاڻن،
جن جو کاڌو دال، پڪوڙا.

وقتي ڪوٽ طبيلا، ورنه،
رڻ جا راهي گهوٽ ۽گهوڙا.

ڪيئن "وفا" ! ڪا منزل نبري،
هر رستي ۾ ڪنڊا، روڙا.



# غزل

حسرتن جو شمار ڪونهي ڪو،
عمر تي اعتبار ڪونهي ڪو.

ساقيا! جي خلوص سان پيارين،
زهر ۾ ناگوار ڪونهي ڪو.

بند پڃري ۾، قيد ساسي لئہ،
ڪو تغير بهار ڪونهي ڪو.

مان بہ ساوڻ لڳو پيو آهيان،
هو فقط اشڪبار ڪونهي ڪو.

ڪنهن ملاقات لاءِ ڪيئن سوچيان،
وقت ئي سازگار ڪونهي ڪو.

عشق اهڙو سمونڊ آهہ "وفا"،
جنهن جو ڪو آر پار ڪونهي ڪو.



# غزل

توسوا من! قرار ڪونهي ڪو،
ڪيئن چوان توسان پيار ڪونهي ڪو.

مئڪشن ۾ نه ٿيون شمار ٿين،
جن اکين ۾ خمار ڪونهي ڪو.

توڪي ياڪر وجهي روئڻ ڪان پوءِ،
دل ۾ گرد و غبار ڪونهي ڪو.

حُسن، هر حُسن تو رکي ليڪن،
ايترو سمجهدار ڪونهي ڪو.

ڪيئن ڪري پيار ۽ وفاداري؟،
حُسن بااختيار ڪونهي ڪو.

عشق جو فلسفو عجيب "وفا"!،
پاڻ تي اختيار ڪونهي ڪو.

# غزل

يار منهنجو نہ زمانو منهنجو،
مختصر آهہ فسانو منهنجو.

پاڻ سان پيار ڪرڻ ٿو چاهي،
صرف ڳولي ٿو بهانو منهنجو.

منهنجي تلوار حُسيني آهي،
هر يزيد آهہ نشانو منهنجو.

منحصر داد رهيو تاڙين تي،
ڪوبہ سمجهيو نہ ترانو منهنجو.

مرغبانيءَ جي سزا تي حيرت،
نہ ٺئي مرغي نہ ٺئي آنو منهنجو.

عشق ڪي حُسن اڳيان جُهڪڻو پيو،
ڪو هليو ڪو نہ بهانو منهنجو.

دوستي رک نہ لُٽيرن سان "وفا"!،
ڪو لُٽي ويندو خزانو منهنجو.

# غزل

ائين تو بن حيات ٻاڙي آ،
جيئڻ پاڻيءَ بغير آڙي آ.

مون ٻڌو آهي، مون ڏٺو آهي،
جهوپڙيءَ جي رقيب ماڙي آ.

ڪير مجرم ۽ ڪير فريادي؟،
پنهنجو جوتو آ، پنهنجي ڪياڙي آ.

جنهن بہ ول فصل کي تباھ ڪيو،
مون اها پاڙ ڪان اکاڙي آ.

ٻج ماڻهن ڇٽيو هو گدرن جو،
ڪاڄ گدڙن جو هاڻ واڙي آ.

ديس پنهنجو، بغاوتون پنهنجون،
پنهنجي ئي پير تي ڪهاڙي آ.

هر نئين موڙ تي ٿو ڇرڪ ڀري،
پيار جي راھ ۾ اناڙي آ.

ظلم جي انتها ٻڌائي ٿي،
ظالمن جي "وفا" ڀڄاڙي آ.

# غزل

توڙي ڪمزور هانيون آهن،

پر ڪُلهن تي ڪنوانيون آهن.

شينهن ڦاسي ٿي ڦاسي، ڇا لٿ جو،

ڳڌ وانن سان وانيون آهن.

اهڙي اڱهہ سان وڪامجن دليون،

جيئن ٻيلن جون ڪانيون آهن.

چولين جهڙيون دليون، اڄڪلهہ،

ڪڏ جي ٻاٽي جان مانيون آهن.

جيڪي وٺيون نہ مون ڪي تحريرون،

مون "وفا"! ٻاڻ ڊانيون آهن.

# غزل

جنهن ۾ حُسن ۽ پيار نہ آ،
سو ڪم جو سنسار نہ آ.

ڪو دلبر، دلدار نہ آ،
ڇا مون سان آزار نہ آ!؟.

تِنهن جو جيون خاڪ بسر،
جَنهن جو ڪو گهر ٻار نہ آ.

مصنوعات هٿائي ڏس،
دولت ڪو مُعيار نہ آ.

پنهنجو پنهنجو بار کڻو،
ڪنهن جو ڪنهن تي بار نہ آ.

تنهنجو مُرڪڻ ٻار سهي،
منهنجو هِرڪڻ ٻار نہ آ.

هِن هُن جي تسبيح نہ پڙهہ،
پيار جو هيءُ ڪردار نہ آ.

هر ويلي هر ظلم "وفا"!،
ماڻهوءَ جو پرڪار نہ آ.

# غزل

جيڪو تيڪو تو جهوپڙا ڍاهي،
ڪنهن بہ ماڙيءَ ۾ ڪنهن جي اک ناهي.

ظلم جي انتها بہ حيرت ۾،
ظالمن ڪي ضمير ئي ناهي.

روشني ۾ بہ روشني ڪانهي،
ڪيڏو انڌير ٿي ويو آهي.

مست نيڻن جا پياري جام ڪوئي،
هر نشي جو ويو آ ڪم لاهي.

حُسن ۽ عشق پيا ڪچهري ڪن،
عقل بيٺو ڪُتي جيان باهي.

مَس پيا ها اجا تہ لابارا،
هيءَ ماڪڙ ڪتان پئي ڪاهي.

چو تو هر هر پَچين پُرين چريا!،
ڪير توکي گهڙي ٿاهي.

صرف ساهن جي ڪشمڪش ڪي وفا!،
ڪير چوندو تہ زندگي آهي.

# غزل

بُرن کان بُرايون ،
چڱن کان چڱايون.

غريبن جون ڇايون ،
اميرن وڇايون.

سموريون اکين تي ،
هي پنهنجون پرايون.

ستارا ٽُٽي پيا ،
تو اکڙيون جُهڪايون.

غلامي جون رسمون ،
اسان کي نه آيون.

ڇو ڇڪلن ۾ آهن؟ ،
شريفن جون ڇايون.

سرابن ۾ پاڻي!؟ ،
پيا ڏُوڙ پايون!.

"وفا"ا آزمايل ،
کي ڇو آزمايون.

# غزل

مون کي اُڃلي عشق جي آڙاھ ۾،
سنگدل ويٺي وڃي ونواھ ۾.

ڪنهن ٻہ عورت ڪان ازالو ڪونہ ٿيو،
جو ٿيو نقصان تنهنجي چاھ ۾.

سادگي نڪتي زماني ۾ خطا،
مارجي ڪوئي ويو ويساھ ۾.

خود ٻُراين جي سَرابن ۾ رھيو،
نيڪيون اُڃلي ويو درياھ ۾.

مون ڄِمامن ۾ ٻہ سو ڪونهي ڏٺو،
حُسن جيڪو مون ڏٺو هو واھ ۾.

ڍِل جي ديري تي نہ هو ڀيھر لٿو،
ويو اُڏي اھڙو اکين جي ٿاھ ۾.

حُسن پي حيران هو اُن کي ڏسي،
جي "وفا" اُٿو پٽ ڪرين الله ۾.

# غزل

پيا مُنجهي يار تنهن کري آهن،
سچ جون منزلون پري آهن.

ڪير پي ڪوني ٿو پڇي تن کي،
جي رڳو تنهنجي آسري آهن.

امن سان جنگ جي تصادم جا،
چرڪ، ڪٽڪا ذري ذري آهن.

ان چمڪي ٿو ڪڙڪپيتن جان،
روشنايون ڪري ڪري آهن.

مون اجهاڳي ڏنا سمونڊ "وفا"!،
صرف ڪوڏيون تري تري آهن.

# غزل

گُلن جي مُرڪ سَنجي وئي،
چمن مان سونهن گهٽجي وئي.

توهان طوفان تي بينا،
اسان جي پاڙ پَٽجي وئي.

جڏهن کان بيوفا ٿي ويو،
سندس صورت ئي مَٽجي وئي.

حصولِ گل تي سوچيندي،
اسان جي سوچ ڦَٽجي وئي.

ڪُنيءَ جو هو لٽل ڍڪڻ،
تڏهن ڪُتن ڪان ڇَٽجي وئي.

سدائينءَ لاءِ واڳيل هٿي،
سدائينءَ لاءِ ڪَٽجي وئي.

جهٽي جيئن باز جهرڪيءَ کي،
ائين ميلي ٻر جَهٽجي وئي.

پنهونءَ ۽ ڪيچ جي گرلا،
"وفا" ۽ واريءَ ٻر لٽجي وئي.

# غزل

بي نقاب تو ٿئي،
احتساب تو ٿئي.

اگريون زمين تي،
ڪو حساب تو ٿئي.

ڊوڙ ڏُک شعور جي،
انتخاب تو ٿئي.

مان شراب تو پيئان،
هو ڪباب تو ٿئي.

دل بغير آدمي،
ڄڻ سراب تو ٿئي.

پيار سر گُناهه آ،
جو ثواب تو ٿئي.

هوءَ "وفا"! حليم آ،
پر حجاب تو ٿئي.

# غـزل

سـچ وانـگـر بـي پُـنا آهيون وفا!،
تـنـهن ڪري هر هر ڪُـنا آهيون وفا!.

بـاضـمير آهيون، ڪٿي آهيون غريب،
بـي ضـمـيـرن ڪان سُـنا آهيون وفا!.

عـالـمـي احساس جا بٺجي ڪڪر،
سـاري ڌرتـي تـي اُنـا آهـيون وفا!.

هـاڻ ڇـا لـئـه تـو روا آلا ڪـرين،
تـنـهنجي مرضيءَ سان رُنا آهيون وفا!.

جـن جـهـليـا پٿر "وفا"! مجنون هئا،
پـاڻ لـفـظـن سـان مُـنا آهيون وفا!.

# غزل

پڙو پڙو نقاب آهي،
ڇڙو پڙو جواب آهي.

بوتل جهڙو بدن رکي ٿي،
پيئڻ کان پو شراب آهي.

جنهن کي لکندڙ به ڪونه سمجهيو.
عورت اهڙو ڪتاب آهي.

لَٽ تي منهنجو لَڏو رهي ٿو،
تنهنجو خانو خراب آهي.

بغلن ۾ بت "وفا"! ۽ سجدا!؟،
گناهه جهڙو ثواب آهي.

# غزل

دل تي هٿ ڌريو پيا ،
قرب ٿا ڪريو پيا .

بير ٻرن ڪان ڳُهري ،
قهر ٿا ڪريو پيا .

انتخابن جو قسم ،
خال ٿا پريو پيا .

وات ٿي پرجي نٿو ،
پيٽ ڪيئن پريو پيا .

ڇُلهه تي چوريءَ جو پلو ،
ڊوندي ٿا تريو پيا .

اف ، ڪوي ڪي اڄ "وفا" !
سي چون چريو پيا .

# غزل

مشڪل ملنديون نوڪريون،
پڙهيل! ڊويو توڪريون.

اکين هوندي، حيرت آ،
ماٺهو ڪائن نوڪريون.

ڪيئن لڪائن دل جا راز؟،
ڇوڪريون منهن موڪريون.

بُت سان جنگ وڇوڙي جي،
انگيون، چُوڙيون موڪريون.

مٽيءَ لڏو مان "وفا"!،
ڪاريون، پُوريون ڇوڪريون.

# غزل

پورن سان گَڏي ويو آ ،
سورن سان آڏي ويو آ.

نيشن ۾ رهڻ وارو ،
دل مان بہ لَڏي ويو آ.

لُڙڪ آهي نہ مُرڪ آهي ،
سمجهان ٿو ڇڏي ويو آ.

هڪ سڏ بہ نہ سٽندو هو ،
سو پاڻ سڏي ويو آ.

چور آهي نہ ساڌ آهي ،
جڻ ڳوٺ ٿي لَڏي ويو آ.

دولت جو طلبگار ٿي ،
دولت جي تڏي ويو آ.

انتو ٿي "وفا" ا هوندو ،
جو ڏانهن ڪڏي ويو آ.

# غزل

ماڪين سان آفيمن وانگر،

ماتهو نير حڪيمن وانگر.

دنيا ۾ دنيا وارن ۾،

سچ ۾ سونهن يتيمن وانگر.

شايد ٻج ڪري پيو آهي،

انب لڳن ٿا ليمن وانگر.

ڪاسائيءَ جو ياءُ زمانو،

جندڙي ڪُنيل قيمن وانگر.

تنهنجا ظلم يزيدن جهڙا،

منهنجا قرب ڪريمن وانگر.

# غزل

روشن دماغ آهيان
سُج ۾ چراغ آهيان.

مقتل ڏي پنڌ آهي،
سج جو سُراغ آهيان.

دل گهاءُ گهاءُ آهي،
مان باغ باغ آهيان.

ڏِس ڪسوٽي تي پرکي،
بلبل يا زاغ آهيان!؟.

پي ويو شراب وانگر،
خالي اياغ آهيان.

سا دل "وفا" جي آهي،
جنهن جو مان داغ آهيان.

## غزل

هر سوچ پيالن ۾ ،
مدهوش خيالن ۾.

پائر بہ وتن گڏيا ،
چَڪلن جي دلالن ۾.

اوندهہ ۾ رکڻ معنيٰ ؟ ،
ڪر پيار اُجالن ۾.

هڪ تون ئي مثال آهين ،
دنيا جي مثالن ۾.

عُشاق جوابن جان ،
سهڻن جي سوالن ۾.

بُڪ شينهن ڪيو چريو ،
ڪُهرام غزالن ۾.

هي بار "وفا" ! ڪنهن جا !؟ ،
ندين ۾ ۽ نالن ۾.



## غزل

روز گھمن ٿا ميلا ماڻهو،
پو، پي ٿپ اڪيلا ماڻهو.

عاقل، بالغ، عالم، فاضل،
چريا، ڀوڪ، ڳهيلا ماڻهو.

دنيا چاتيءَ ڦاڙ ڳُليلي،
ڳيرو آءُ، ڳُليلا ماڻهو.

دولت مند، گُرو دنيا جا،
مفلس تِن جا چيلا ماڻهو.

امن جي خاطر جنگ چڙي وئي،
ٿي ويا رَت جا ريلا ماڻهو.

دنيا، پيار "وفا" لئه کهاتي،
عاشق، ڪُڪڙ، چيلا ماڻهو.



## غزل

فطرت ۾ اهائي آ،
تڪليف اجائي آ.

ميلو ٻـ مٽل آهي،
پيسو آ نـ پائي آ.

اڪ سمجهـ ڪسي مون ڪان،
پو سمجهـ ۾ آئي آ.

اڄ واڪ جهلڻ وارا،
مون واڪ ورائي آ.

در در تي لنڪيل آهيان،
قسمت ۾ ڳدائي آ.

اغيار "وفا" ناهي،
يارن جي ڀلائي آ،

# غزل

تصوير نظر آئي،
تنوير نظر آئي.

روڪي نه سگهيس ڳوڙها،
دلگير نظر آئي.

گمنام لباسيءَ ۾،
تشهير نظر آئي.

چاهت جي مريض لئه،
اڪسير نظر آئي.

ڇا حُسن ۽ ڇا پيڪر،
ڪشمير نظر آئي.

ڪلهه ڍال هئي پر اڄ،
شمشير نظر آئي.

پاسي ڪا "وفا" ٻيڙي،
ڪا وير نظر آئي.

# غزل

تنهنجي چاهت تي پيچتائي روئندا رهندا آهيون،
ديوارن سان سِر ٽڪرائي روئندا رهندا آهيون.

تنهائي جي دوزخ سان، هر ساهوڻ ۾ ٿيندو آ،
دڙنس ۾ جذبات جلائي روئندا رهندا آهيون.

عيدن جي ڏينهن تي بي اڪثر ٿيندو رهندو آ،
خوشين جو احساس وڃائي روئندا رهندا آهيون.

جهڙي رات ۾ اُڀ تي ڪِڙيل چنڊ نہ هوندو آهي،
اونداهي سان پاڪر پائي روئندا رهندا آهيون.

رات هجي يا ڏينهن هجي، من! شهر هجي يا واهڻ،
تنهنجا ڏک سيني سان لائي روئندا رهندا آهيون.

هيءَ اسان ماڻهن جي فطرت ۾ شامل ٿي ويو آ،
سج کي سوريءَ تي لٽڪائي روئندا رهندا آهيون.



# غزل

هر ماڻهو درباري ماڻهو،
هيءَ ڪهڙي بيماري ماڻهو.

چادر، چوڏيواري ماڻهو،
عورت سان غداري ماڻهو.

مُلا، حافظ، قاري ماڻهو،
مذهب جا واپاري ماڻهو.

خاڪي، نوري، ناري ماڻهو،
سي ڪاڏي، مُڪياري ماڻهو.

گهر هوندي بازاري ماڻهو،
آهن ڪاروباري ماڻهو.

ظلم، دغا، غداري ماڻهو،
ماڻهن لاءِ ڪٽاري ماڻهو.

ڪي ڪن دل آزاري ماڻهو،
ڪي ڪن تا دلداري ماڻهو.

هر سچ کان انڪاري ماڻهو،
ڪهڙا توبهه زاري ماڻهو.



## غزل

هر پاسي تنهائي آ.
هلچل جي گهٽائي آ.

ڏاڍي ٿي مصروف رهي،
منٽن سان ترسائي آ.

تنهنجو ڪوئي ڏوهه نه آ.
هر ماڻهو هرجائي آ.

ڪو ڪنهن جي عزت وانگر،
ڪو ڪنهن جي رسوائي آ.

هيءُ نه بخشي شاهه، گدا،
عشق وڏو ڪاسائي آ.

توڪان پوءِ زماني جي،
جڻ هر چيز پرائي آ.

نانگ نچي ٿو لهرن تي،
مون هر بين وڄائي آ.

مقتل مقتل ديس "وفا"!،
گهر گهر ٻر ڪاسائي آ.

## غزل

حيران هان مان حال جي حالت ڀَسي ڀَسي،
مرده ڇهاءُ جيئڻ لڳي ٿي چَسي چَسي.

ٻيهر نہ درس خواهشِ دولت جو ڏي مون کي،
نڪتو هان هِن ڏُٻڻ مان زمانا! ڦَسي ڦَسي.

ايڏو عجيب پي نہ هجي ڪوئي دوستو!،
رستن جي ڌاڳ تي ويا پادر گَسي گَسي،

دانش جو ٻج ڦُٽو نہ جهالت جي کيت ۾،
ڪَڪ تي ويو شعور جو سانوڻ وَسي وَسي.

اڄ هٿ لڳو ٿئي سانوري! ڪنهن خوشنصيب جو،
جو آئيني مثال لڳين ٿي لَسي لَسي.

قسمت جو اختلاف هو يا وقت جو تضاد!؟
تو وٽ رسي سڪيون نہ اميدون رَسي رَسي.

اڄ تن ۽ من جي مير کي ڏوئي ونون "وفا"!،
بيهي رهي نہ وقت جو بادل وَسي وَسي.

## غزل

ڪنهنجي پيا تلاش ۾ پير ٿي هلي هلي،
گل تي ويو چراغِ تمنا جلي جلي.

"هڪ ڏينهن تنهنجي هجر ۾ ويندس مري" چيم،
اکين ۾ شور آئي چيائين، "پلي پلي".

ڪنهن کي ڏنو نه تنهنجو ڪوئي ڏس پتو مون کي،
موٽي ويس مان شهر جي وڙڪي ڳلي ڳلي.

ڪنهن بارگاهه مان به ولايت نٿي ملي،
خالي ڪرامتن کان لڳي ٿو ولي ولي.

هڪ هڪ ڪري جلائيندا رهجو توهان چراغ،
ٿي ويندي هڪڙي ڏينهن ڏياري هلي هلي.

شايد نه آيو جانِ بهاران اجا "وفا"!
آهي اداس باغ جو گل گل، ڪلي ڪلي.

# غزل

اک چنبي جو ميل ناهيان،
جادوءَ جو کيل ناهيان.

وٽ کان سوا بہ پرندس،
رَت آهيان، تيل ناهيان.

رهڻو ٿئي سادگيءَ سان،
تيل ۽ ڦُليل ناهيان.

محدود رک نہ مون کي،
گهاٽي جو بيل ناهيان.

مُندون ڦِرن گهِرن ٿيون،
پر هُئس، هيل ناهيان.

بي ڏڙک ٿي "وفا" کان،
ريل آهيان، جيل ناهيان.

# غزل

اکين ۾ جو ٻُري لڳو ،
جگر ۾ تي چُري لڳو.

مِٺي وجود جو قسم ،
کمند جي ڳُري لڳو.

لڳو کوئي شُکهڙ جيان ،
کو صِنف "ست سُري" لڳو.

ستيل هو کانگڙن ۾ پر ،
چکيم ته هو تُري لڳو.

ڏسي کمند ۾ مون کي ،
ٿين ڳُري ڳُري لڳو.

اُتيو کري کِري "وفا"! ،
تهن ، جُهري جُهري لڳو.

# غزل

ڪوڙن کي ڪَٽي ڇڏجي،
رستوئي مَٽي ڇڏجي.

مرڻو ته اُئين ئي آ،
بازي ته ڪٽي ڇڏجي.

هڪ سوچ، ڪري نيڪي،
دريا ۾ سَٽي ڇڏجي.

جيت آهه نه هار آهي،
جَهندن کي پٽي ڇڏجي.

چُهنديءَ تي چڙيو اهڙو،
جيئن نانگ ڦٽي ڇڏجي.

# غزل

چند جيئن ستارن ۾،
تيئن هوءَ هزارن ۾.

ظلم ڪان ڪرم تائين،
هر اميد يارن ۾.

گُل ٽڙن تا ڪيئن، ڏسون،
ٽهڪ ڏي بهارن ۾.

حڪم ٿئي مَزارن جو،
گُل نه پوءِ هارن ۾.

چپ چپن جي ياڪر ۾،
جيئن گل شرارن ۾.

ماهر لسان آهي،
گفتگو اشارن ۾،

عقل جي ڏنڊين آگر،
گل ڪِلن ٿا خارن ۾.

ٿي ويو غبار "وفا"،
تنهنجي چوُنڪ چارن ۾.

# غزل

گُل جو ڪالهه مروڙي ويو ،
اڄ گلدان ٻه ٽوڙي ويو.

يارن اهڙا ڏڪ پٽيس ،
ياريءَ ڪان منهن موڙي ويو.

هٿرادو ملاح هيو ،
تارڻ بدران ٻوڙي ويو.

آدم خور ، وڇوڙي جو ،
ماس هڏن تان روڙي ويو.

ڄورن جهڙو پيار هُيس ،
سارو خون نچوڙي ويو.

سهڻي جا ۽ ڪوجهي جا ،
ساگر سڀ کي ٻوڙي ويو.

ٿي ڪو طوطا چشم "وفا" ،
دل جا ناتا ٽوڙي ويو.

# غزل

قيد مهرو ماه آ،
تيرگي گواه آ.

رت پيئڻ ثواب آ،
مئه پيئڻ گناه آ.

بک ٿو مران مگر،
هو مرونءَ جو ماه آ.

ڪير پي نٿو جِئي،
زندگي گراه آ.

مصلحت جو پيار آ،
مطلب جو ناه آ.

ڪوڙ سچ کي ڳُهي،
وقت بادشاه آ.

ڪلهه مفيد هو "وفا"،
اڄ فضول چاهه آ.

# غزل

زر جي ياري،
بُک ۾ واري.

من سرڪاري،
تن درٻاري.

پڃرا، ماري،
شهر شڪاري.

کٽ تي سائين،
پٽ تي هاري.

جيت مبارڪ،
جيتڻ واري!

چور اکيون ء،
دل ٻاڻاري.

اڪ جي ماکي،
اڄ جي ياري.

دولت آهي،
دل بر گهاري.

اڻ يجي ويا،
بار هو باري.

وقت گذارا!،
ڪا موچاري.

ڦُٽ پاتن تي،
ست سينگاري.

جيل گُهرن تا،
خود مختياري.

عورت هتيا،
چوڏيواري.

# غزل

سالن ۾ سَوَ ميلا گذريا،
پنهنجا ڏينهن اڪيلا گذريا.

ڪنهن ٻه نه ورتو ويرَ جو نالو،
رڙندي رت جا ريلا گذريا.

فاقن جو انبوهه لتاڙي،
پر ڪان ٻڪريون ڇيلا گذريا.

ڪنهن ٻه ڪناري ڪونه لڳاسين،
لک ڳُرو ۽ ڇيلا گذريا.

ڪونه لڇايو پيٽ اسان کي،
لنگهڻ ۾ ڪئي ويلا گذريا.

مٿان ائين لنگهي ويون جهرڪيون،
سرتان جيئن گُليلا گذريا.

# غزل

گردش ۾ ڪائناتي آ.
جيتر داڻو پاڻي آ.

جنهن سان ساڄن ساٿي آ.
سا هارياڻي راڻي آ.

مون کي ڏيئي اوڄاڳا.
تو چو چادر تاڻي آ.

ڪن نيڻن ۾ دل جو رت،
ڪن ۾ خالص پاڻي آ.

جنت، دوزخ ۽ شيطان،
آدم جي آڪاڻي آ.

عورت، عزت، ذلت آ،
انڌي آ يا ڪاڻي آ.

صرف "وفا"! انداز نئون،
هر هڪ ڳالهه پراڻي آ.

# غزل

رستن جي گواهي آ،
هُو رات جو راهي آ.

حالات رَتل رَت سان،
الله ئي واهي آ.

گنگا تي وهي اُلٽي،
ڏاهو آ، نه ڏاهي آ.

هر چونڪ صليب آهي،
هر موڙ تي ڦاهي آ.

غيرن جو عروج آهي،
پنهنجن جي تباهي آ.

تقدير "وفا"! پنهنجي،
مون پاڻ ئي ناهي آ.

# غزل

مادو معنيٰ ماني آ،
جنت شيءِ روحاني آ.

زور ۽ شور جوانيءَ جو،
هر لمحو وجداني آ.

بنجر نقشو دنيا جو،
هر پاسي ويراني آ.

جيون جُوءِ شير جيان،
موت مگر آساني آ.

تون ڇا، مان ڇا، دنيا ڇا،
سڀ جي ڳولا ماني آ.

پيار ڪري سا رِندن سان،
جنهن جي اک مَستاني آ.

روز پنهون جا خواب لهي،
سسئيءَ جان ديواني آ.

اڻ ٽيٺا حالات ڏسي،
حيرت کي حيراني آ.

دنيا دسترخوان مٿان،
من! تنهنجي مهماني آ.

چڏ ويساهه منافق جو،
يار! وڏو قرآني آ.

ٻي کهڙي تعريف کيان،
پاڻ ئي پنهنجو ثاني آ.

تنهنجو منهنجو پيار امر،
چوٽي، "دنيا فاني" آ.

گل گل جو انجام "وفا"!،
دز تي گل أفشاني آ.



# غزل

بي موت مرڻ جي رُت آئي،
اڄ پيار ڪرڻ جي رُت آئي.

هر پاسي هُل ڏِياريءَ جو،
دل ديپ ٻرڻ جي رُت آئي.

ساوڻ جي وسي برسات پئي،
سِپين جي ڦرڻ جي رُت آئي.

تر ساوڻ ۾ ڪشمير ٿيو،
تاڪن تي ورڻ جي رُت آئي.

هر گهر ٻل چيز ميسر آ،
هر جام ڀرڻ جي رُت آئي.

ويو پيار "وفا"! ونواهه ڪٿي،
گهٽين ۾ گهرڻ جي رُت آئي.

# غزل

گوڙهو گوڙهو ڳاڙي ڇڏ،
منهنجو خط خط ڦاڙي ڇڏ.

زر جي مچ ۾ پيار سنديون،
ساريون سوچون ساڙي ڇڏ.

قبرون نڪرن قبرن مان،
منهنجو لاشو ساڙي ڇڏ.

گهر گهر ۾ بدنام نه ٿيءُ،
هڪڙو ئي گهر تاڙي ڇڏ.

ريلن ۾ ئي چڙهنداسين،
يل جيلن ۾ واڙي ڇڏ.

جڳ ڪان ڦيري ڪنڌ "وفا"!،
دل ڏي لاڙا، لاڙي ڇڏ.

# غزل

سچي ديس کي ياءِ پايون اسان،
تڏهن يي تا چاچا چوايون اسان.

اجايا کيو جرم يارو! اوهان،
اجايون سزائون کمايون اسان.

اکيون ئي جڏهن کو ملائي نہ ٿو،
تہ دل جهڙي شيءِ کيئن وڃايون اسان.

وفادار آهيون ڪنهن سنڌ جا؟،
پيا سنڌ ڦريون، ڦرايون اسان.

اسان جي افالن مان ائين ٿو لڳي،
ويل وقت مشڪل ورايون اسان.

اچو، آئندي لاءِ ڪجهہ سوچيون،
اجايو تا جيون گنوايون اسان.

تباهي، هتن سان ڪري سنڌ جي،
تڏهن يي تا سنڌي سڏايون اسان.

"وفا"! سنڌ جو اصل ڪير آ ڏٺي؟،
وڙهي پٽي جي ڪنهن کي ٻڌايون اسان.

# غزل

نمڪ حرام، نڪي بي ضميرآهيون دوست! ،
خلوصِ دل سان پيا سنڌ سان نباهيون دوست!.

ڪپائي سنڌ کي، پو سنڌ جا سڏايون دوست! ،
انهن ذليل ضميرن مان پاڻ ناهيون دوست!.

لکن پڙهڻ کان ونيءَ تتيءَ تڌيءَ تائين ،
پيا تا سنڌ سان هر حال ۾ نباهيون دوست!.

سڏائي سنڌي، لُٽيون سنڌ کي غضب آهي ،
ڏيون تا پاڻ ئي پنهنجن گهرن کي باهيون دوست!.

اُتي، لَتيءَ اَجهي ساڻ گڏ پناهه ملي ،
بُڏاءِ سنڌ جا تورا ڪتي تا لاهيون دوست!.

اسان کان دل جي پڇين جيڪڏهن تو ڳالهه "وفا"! ،
تہ پوءِ سنڌ ۾ سنڌي تا صرف چاهيون دوست!.

# غزل

گُهرجي جوش جوانن ۾،
ديپ جلن طوفانن ۾.

مون ۾ اهڙي ريت رَهي،
جيئن مستي مستانن ۾،

ڏاها ويا ويساهه ڇڏي،
مطلب ها احسانن ۾.

عشق ازل کان خوش آهي،
الزامن، بهتانن ۾.

سوچي سمجهي پير کڻن،
عقل ڪٿي ديوانن ۾.

دل ۾ سي ارمان "وفا"!
دل سيني ارمانن ۾.

## غزل

ڊال ۾ تلوار آ،
مون ڏٺي هر نار آ.

اڄ محبت جو سبب،
ڪيش، بنگلو ڪار آ.

زندگيءَ جي راهه ۾،
زندگي ديوار آ.

جيت آهي "داد" جان،
"گار" وانگر هار آ.

غش لڳي پئي آهه دل،
حسرتن جي مار آ.

ڪنهن ڪيئن مجرم ڪئي؟،
حُسن جي سرڪار آ.

سچ سان منهنجي "وفا"،
ڪوڙ مون لئه عار آ.

# غزل

مون کي غمخواري کپي،
دل کي دلداري کپي.

انتظارن جو قسم،
معتبر ياري کپي.

کير تو مومل گهري،
کجھ تہ موچاري کپي.

تون بہ اکين تي، مگر،
تنهنجي پر واري کپي.

مان کٿي انگريز هان،
يار يي کاري کپي.

او وڏيرا!! او نواب!!،
سنڌ کي هاري کپي.

موت، تنهائي "وفا"!،
مون کي چوياري کپي.

## غزل

ڪيئن ڇڏي بنيادي حق،
روز گهري فريادي حق.

پيار وجهي آرام ڪري،
فرض نباهڻ، شادي حق.

قاسي گهاٽ، صدائن گونج،
قيديءَ جو آزادي حق.

غاصب! تو جو غصب ڪيو،
سخت ڪندو بربادي حق.

جي، ڪو مون ڪان سچ پڇي،
شاعر جو شهزادي حق.

جمهوري اعلان "وفا"!،
هر ماڻهوءَ جو گادي حق.

# غـزل

كـارو آنـ كـاري آ،
جڳ پريت کان عاري آ.

بي چين ڪرڻ واري،
هڪ راجڪماري آ.

ويا جوءِ ڇڏي ساسي،
پيڙو آنـ ماري آ.

انسان عظيم آهي،
نوري آ، يا ناري آ.

گهر گهر جي دري ڪليل،
ديدار بزاري آ.

پاڻيءِ سان وسامي جا،
مون باهہ نہ ٻاري آ.

حالات "وفا"! شاهد،
زر عشق ۾ گهاري آ.

# غـزل

جنهن نار سان ياري آ،
هر پيار کان پياري آ.

هر ڏينهن نہ روشن آ،
هر رات نہ ڪاري آ

حيوان قطارن ۾،
انسان شماري آ.

رَت جنهن جو اُڙهو ناحق،
مزدور يا هاري آ.

جا باھ لڳي پئي هئي،
مون برف جان ناري آ.

جيون کان "وفا"! جڳ ۾،
ڪو بار نہ باري آ.

## غزل

روح جي رمز تہ پياري آهي،
جسم جو پيار بہ زاري آهي.

عاشقي دل جي تباهي آهي،
دوستي گهر کي ٻُهاري آهي.

تنهنجي چوڙين جي ڀَڄڻ جي قيمت،
مون وڃي بعد ۾ ساري آهي.

پنهنجي سانير کان وٺي اڄ تائين،
مون نهيل چيز نہ ڪاري آهي.

ٻُڪ ميڙن ۾ نچي پوليءَ جان،
پيٽ ماڻهن ۾ مداري آهي.

زندگانيءَ جو سفر تلخ، طويل،
نہ ڪو تانگو، نہ ڪا لاري آهي.

اصل حقدار "وفا"! ڪرسيءَ جو،
صرف مزدور ۽ هاري آهي.

# غزل

ڪنهن بيوفا لئہ پاڻ نهوڙڻ مان فائدو!؟،
بي سُرت! صرف پاڻي ولوڙڻ مان فائدو!؟.

بيڙيءَ جو هو سوال ٻڏي وئي، هينئر مون کي،
تارڻ مان ڇا حصول ۽ ٻوڙڻ مان فائدو!؟.

توکان پڇان سوال ٿو، اي سنگدل سماج!،
جوڙو پريمين جو وڇوڙڻ مان فائدو!؟.

جيڪو وڃان وڃان ٿو ڪري ۽ نٿو ٽڪي،
اهڙي جي واڳ پوئتي موڙڻ مان فائدو!؟.

جي تنهنجوڪجھ بہ ڪرنهي ڪو منهنجي نصيب ۾،
من! تنهنجي پوئتان پوءِ ڊوڙڻ مان فائدو!؟.

هر زاويو بدن جو رهي جنهن سان بي نقاب،
مستور! تنهن لباس کي ڇوڙڻ مان فائدو!؟.

ٻُڪ سان "وفا" کي پيار، جي ساغر ڀڄي پيو،
ٽڪرا ڀڳل گلاس جا جوڙڻ مان فائدو!؟.

# غـزل

يـــا مــرو يـــا مـــاريـــــو ،
پـــانَ تـــي ويـــچـاريـــو.

جـــو ٻـــڏي ٿـــو ٻـوڙيـو ،
جـــو تـــري ٿـــو تـاريـــو.

چـــو ٿـيـــو ٿـا بـي ضـمير ،
هـــانـوَ چـــو ٿـا هــاريـــو.

پـــؤ ٿـپـــي مـيـــدان ۾ ،
جـيـتـيـــو يـــا هـاريـــو.

پـيـــا جـلـــن طـوفـــان ۾ ،
ديـــپ اهـــڙا ٻـــاريـــو.

جـــانَ ٿـــا عُـقـــدا کُـلـــن ،
کـيـــر ، پـنـهـنـجو ، ڏاريو ؟.

هـر سـتـم تـخـريـب آ،
پـاڻ کـي تـا کـاريــو.

مـان کـٿـي سـقـراط هـان،
زهـر ڇـو تـا پـيـاريــو!؟.

جـو کـيـو وعـدو "وفـا"!،
ڇـا بـه تـي پـٺـي پـاريـو.

## غزل

نه اوٺ پر گلاب ڪر،
مِٺا! پري نقاب ڪر.

صبوح عنقريب آ،
وطن کي هيءَ خطاب ڪر.

ڪَٽي منجهان خرار ۽،
ذري کي آفتاب ڪر.

نه رَت جي وهڪرن کي ڏِس،
خيالِ انقلاب ڪر.

بئي جو انتخاب هان،
نه منهنجو انتخاب ڪر.

مون شاعريءَ کي ڇا ڏنو!؟،
اهو به ڪجهه حساب ڪر.

خلوص سان ڪر "وفا"!،
گناهه ڪر، ثواب ڪر.

# غزل

مَن جا امير آهيون، تن جا غريب آهيون
ڪجھ خوشنصيب آهيون، ڪجھ بدنصيب آهيون.

ويساهه گهاتين سان پنهنجو جيئڻ مرڻ آ،
بعضي قريب آهيون، بعضي رقيب آهيون.

تلوار سان لکون ٿا، تلوار سان پڙهون ٿا،
هڪ انقلاب وانگر شاعر اديب آهيون.

سوريءَ جي دار ۾ پي جوش ۽ خروش ساڳيو،
سچ جا خطاب آهيون، حق جا خطيب آهيون.

پُورا هجن يا ڪارا ماڻهو لڳن ٿا پيارا،
سيني جي حُب رکون ٿا، سڀ جا حبيب آهيون.

ڪيڏي نه مشڪلن ۾ گذري ٿي زندگاني،
نظرن جي ڦُر ۽ لُٽ ۾ دل جا نقيب آهيون.

زر سان "وفا" خريدڻ، هڪ خواب ٿي سگهي ٿو،
ليڪن محبتن جا بي زر قريب آهيون.

## غزل

گلاب جو پَنّي ڇڏيم ،
سرير جو ڦَنّي ڇڏيم.

هُئا هزار همسفر ،
غُبار ۾ لَنّي ڇڏيم.

نہ آيو جو بہ سمجھ ۾ ،
اگر اهو ڪَنّي ڇڏيم.

خلوص ئي نہ هو منجهس ،
خيال ئي مَنّي ڇڏيم.

ڍهيءَ جي پاڻ جيان هيو ،
مکڻ جيان ڇَنّي ڇڏيم.

غرور جي درخت کي ،
نياز!سان پَٽّي ڇڏيم.

انا جي جنگ هئي "وفا"! ،
شهيد ٿي ڪَنّي ڇڏيم.



## غزل

اچ ڪو ڪاروبار ڪيون ،
بک تي ڪهڙو پيار ڪيون.

پيهر ايندو ڪونـ ، تڏهن ،
جيون سان تا پيار ڪيون.

هر هر چو تي هار ٿئي؟ ،
ڪوشش تي ويچار ڪيون.

جي گڏ جيئندا مرنداسين ،
پو ، ڇا جو تڪرار ڪيون؟.

پٿر سمجهي هيرن کي ،
سچ کان تا انڪار ڪيون.

ماٿيندو معراج "وفا" ،
ويٺو آ سينگار ڪيون.



# غزل

پنهنجو پيار مڃائڻ خاطر،
تڙپين ٿو تڙپائڻ خاطر.

مون سنسار تياڳي ڇڏيو،
توسان نينهن نڀائڻ خاطر.

ڪي ته فقط پيدا ٿيا آهن،
جڳ ۾ پيئڻ، کائڻ خاطر.

پنهنجو داءُ لڳائي ڇڏيو،
هُن مون کي هارائڻ خاطر.

لاٿي آ مون ڪَٽ غزل تان،
پنهنجو رنگ ڄمائڻ خاطر.

شاعر ۽ پيغمبر آيا،
دنيا کي سمجهائڻ خاطر.

صرف "وفا" پيدا ٿيو آهي،
سهڻن کي ريجهائڻ خاطر.

# غزل

باغ ۾ آ، نقاب ڪونهي ڪو،
فصلِ گل جو جواب ڪونهي ڪو.

جسم اُن جو چمن ڪٿي هوندو،
جنهن جو چهرو گلاب ڪونهي ڪو.

جيڪو منهنجي نصاب ۾ ڪونهي،
ڪوبہ اهڙو ڪتاب ڪونهي ڪو.

تر جي حالت تي پيو اڙي بادل!،
تنهنجي نيڻن ۾ آب ڪونهي ڪو.

سَر ڪندي سُلفيون ڇيوساقي،
چرس آهي، شراب ڪونهي ڪو.

ماڻهو ماڻهو ۾ آھ فرق "وفا"!،
هر علي، بوتراب ڪونهي ڪو.

# غزل

نيت ۾ كاراڻ اٿس،
چهري تي چانداڻ اٿس.

آهي گل اندام، تڏهن،
هڏ چم ۾ سُرهاڻ اٿس.

پر چڻ جهڙي عمر مگر،
چهري تي لالاڻ اٿس.

پيار يا شادي، ڇا ٿو ڪري!؟،
جذبن ۾ چڪتاڻ اٿس.

پهرين رات وڇوڙي جي،
بستر تي آلاڻ اٿس.

روز نئون ٿي يار ڪري،
منهنجي ڪهڙي ڪاڻ اٿس.

اڪڙين ۾ الماس "وفا"!،
دل هيرن جي کاڻ اٿس.

# غزل

قاتي پيو پهراڻ اٿس،
ڪيئن نہ بچايو پاڻ اٿس.

سوچن ۾ چڪتاڻ اٿس،
مَن ۾ ڪو مانداڻ اٿس.

ڪاساين ڪان شال !بچي،
هر عضوو حُلواڻ اٿس.

سپنن تي وئي يرت يري،
جيئن پنهنجو پهراڻ اٿس.

هر هڪ انگ ڦليلي جان،
۽ پيڪر مهراڻ اٿس.

پاڻ آ ملڪ الموت "وفا"!،
اکيون زهري ٻاڻ اٿس.

# غـزل

هـِـڪ دفــعــو پــيــار ســان نهاري ڏِس،
پــوءِ هــن شــخــص کــي وســاري ڏِس.

وقــت دريــاهــ ۾ گــهــڙڻ جـــو آ،
هِــن ڪــنــاري نـــ هُــن ڪناري ڏس.

مــون ۾ تــون آهــيــن تو ۾ مان آهيان،
خــود مــري ويندين، مون کي ماري ڏِس.

فــطــرتــا انــتــهــا پــســند آهيان،
مــون کــي گــرمــائي مون کي ناري ڏس.

آخــرش قــيــد ســان نــهــي ٿا وڃن،
پــل چــتــون يــا تــتــر تون ڏاري ڏس.

آدمــي ڪــان ڪُــتــو چــڱــو آهـــي،
تـــون ٻــنــهــي ســان پــلي گذاري ڏس.

لــڪ ايــنــدا ڪَــهــي پــتــنــگ "وفا"!،
شــمــع حُــســن و جـــمــال ٻاري ڏس.

# غزل

فطرت سان جهڙي مهل ٿي فطرت ملي وڃي،
ٿي گڏ جيئڻ مرڻ جي طريقت ملي وڃي.

جي عشق کي شعور جي دولت ملي وڃي،
تنهنجي مجسمي کي عقيدت ملي وڃي.

کوڙن جي کوٽ مان جي تون نکري اچين مٺا!
منهنجي تصورن کي حقيقت ملي وڃي.

عاشق جي حالِ زار تي هُن تبصرو ڪيو،
يَل عشق جي خطا کي نصيحت ملي وڃي.

بدنام کي جهان ۾ تا بي سبب رهن،
۽ ڪن کي خوامخواهه ئي عزت ملي وڃي.

روپوش کي رهن ٿا سداباغين جيان،
۽ بي سبب گهٽن کي ٿي، شهرت ملي وڃي.

اڄ تجربي جي لاءِ صنم گڏ رهي ڏسون،
شايد! طبيعتن سان طبيعت ملي وڃي.

جي تنهنجو حسن مون تي عنايت ڪري ڇڏي،
توکي "وفا" ۽ مون کي محبت ملي وڃي.

# غزل

گلبدن! ڏي پُڇي بهارن کان،
ڪيئن بچجي گلن ۾ خارن کان!؟.

هو جڏهن کان لَهي ويو آهي،
دل ڪٽي آهه چنڊ تارن کان.

ظلم ڪي رحم جي اپيل ڪري،
زندگي ٿا گهرو مزارن کان.

وقت جو ٿي متو ڦِريل آهي،
بيوفايون، وفاشعارن کان!.

تنهنجي بت جي مِنِ ڳُٽن جو قسم،
تون مِٺو آن سوَن هزارن کان.

تنهنجي جلون جي منظرن کي ڏسي،
نيڻ باغي سين نظارن کان.

مامتائن ۽ شفقتن جو "وفا"!،
ڪو پڇي هُن جي منهنجي يارن کان.

## غزل

بُک تي لکبو پيٺ پري!؟ ،
لکندڙ خود انصاف ڪري.

صرف نيايو جسمن سان ،
پيار جو آهي پنڌ پري.

منهنجو جيون تنهنجو غم ،
پاڻي ۾ جيئن لوڻ ڳري.

ظلم ڏسي مظلومن تي ،
آهي ڪو انصاف ڪري؟.

پٽر ڪان پيو مين گهري ! ،
چريو وينو سُنڌ ڦري.

آڌي ، بيلو ، چنڊ ”وفا“ ! ،
وَهُڙي بيٺي گاهه چري.

## غزل

هاءِ ! تنهنجون عادتون ،
مان سراپا عبرتون ،

ڪون ٿيون اڪيون ڪُلن ،
روشني جون برڪتون.

نيٺ ڪيرايو وجھن ،
بِن بريڪيون الفتون.

ڪوڙ تي يي لَعن طَعن ،
سچ تي يي تهمتون.

ڪاميابي جو سبب ،
ڪوششون ۽ محنتون.

ڪاٿ ٻر اُنس ۽ خلوص ،
۽ ڇتا ٻر چاهتون.

عشق رسوايون "وفا"! ،
عقل ڳولي عزتون.

## غزل

ڇوڪا، نہ تي شيطان جو،
پاسو وٽ انسان جو.

دولت آهي امتحان،
ماڻهن جي ايمان جو.

دل مان نڪتو ٿو وڃي،
ڇا ٿيندو ارمان جو.

فرقن ۾ وحدانيت،
رَبّ واهي قرآن جو.

سنڌ پيڇي پئي دوستو!،
دوڏي دريا خان جو.

لابارن ۾ پيي ڏسان،
پيلو منهن دهقان جو.

لُڙڪ مليا، مُرڪون ڏئي،
هي بدلو احسان جو؟.

ڪر نہ "وفا" جون ڳالهيون،
ناهي تنهنجي شان جو.

# غزل

تون فخر ڪائنات جو،
قسم خدا جي ذات جو.

ونو مثال ڏات جو،
نہ فرق ذات پات جو.

جي خوف تنئي مَمات جو،
نہ بار ڪن حيات جو.

اسان جي ئي وجود سان،
وجود ڪائنات جو.

خدا ئي فيصلو ڪندو،
اسان جي جيت مات جو.

جدا جدا بِلو تنئي،
پکي پکي جي تات جو.

وجي ٿو روز صبح جو،
اچي ٿو روز رات جو.

خدا لکي ڇڏيو "وفا"!
نصيب ڇا فَرات جو.

# غزل

روح رنگين آ،
جسم سنگين آ.

دل جو داتا ڪوي،
تن جو مسڪين آ.

پئي شريعت چوي،
عشق بي دين آ.

گل جو دشمن فقط،
دستِ گلچين آ.

روشني ير ٿُڏا،
شهر نابين آ.

تون ۽ مان گڏ "وفا"!،
فلم جو "سين" آ.

## غزل

ماٺيو دال پٽاتا آهن،
ڪُتن کي اُڇراتا آهن.

ڏرتي جو سو هنڌ ٻڌايو،
جا ٿي ٻم نہ ڦاتا آهن.

قسمت منجهہ فقط اوجاڳا،
ننڊون، سپنا ڪاتا آهن.

دل شيشو ۽ دنيا پٿر،
جاڏهن، ڪاڏهن گهاتا آهن.

اهڙا ڳاڙها ڳَل ڏنا مون،
جهڙا لال ٽماٽا آهن.

ڪوئي ڪيئن "وفا" کي ڳولي،
واٽن ۾ چوڪ واٽا آهن.

٭

# غزل

هيـر يـي لُـڪ ٿَـئـي،
حـيـف ٿَـئـي ٿُـڪ ٿَـئـي.

مـوت اصـلاح ٿَـئـي،
زنـدگـي چُـڪ ٿَـئـي.

حـال تـي حـيـف ٿَـئـي،
ڪـنـڌ ٻر مُـڪ ٿَـئـي.

سـبـز بـاغـن ٻر ڦـل!؟،
هـي غـلـط ٿُـڪ ٿَـئـي.

وڃ نـے بـاهـر "وفـا"!،
لـوءِ ٿَـئـي لُـڪ ٿـئي.

# غزل

هر ماڻهو کي پنهنجي سِڪ،
ٻئي ماڻهو جي ڳولي لِڪ.

ماڻهون آهيان يا فٽ بال!؟،
هر پاسي کان مون کي ڪِڪَ

ويڙاجي تڪليف نہ ڪر،
زمر زمر ڄاڻ پرينءَ جي پِڪَ.

سانوڻ اهڙو هيل اُٿو،
سارو ديس ڪري ويو چِڪَ.

ٻِٽو منظر خوب لڳو،
ٽِڪ ۾ پاڻ، هٿن ۾ ٽِڪَ.

ڇڪبو آيو لوهہ "وفا"!،
زبري هئي چقمق جي ڇِڪَ.

# غزل

هڪ طرف جهاتيون،
ٻئي طرف ڪاتيون.

ڏس ڏڪايل پکي،
ڪيئن لنون لاتيون.

پيار ڄاڻي نٿو،
ذاتيون پاتيون.

تنهنجو وڇڙي وڃڻ،
ڪوهه ۾ جهاتيون.

موت وڇڙي ويل!،
اکڙيون آتيون.

گيت سنسار لئه،
ٻوليون ٻاتيون.

سخت گردش ۾ هن،
ڏينهن ۽ راتيون.

ڏوهه ڪهڙو "وفا"!؟،
ڪان ۾ ڏاتيون.

# غزل

بـــي نَـڪـيـلـي ٽي رهين،
چـو ڳَـهـيـلـي ٽـي رهين.

هـر پـڪـي سـجـدا ڪـري،
جـي ڳُـلـيـلـي ٽـي رهين.

مـان هـجـان ڪـارو ڪـڪـر،
تـون ٽَـريـلـي ٽـي رهـيـن.

ڪـاش ! مـان مـهـراڻ ۾،
تـون ڦُـلـيـلـي ٽـي رهين.

ڪـو اڪـيـلـو ٽـو پڇـي،
چـو اڪـيـلـي ٽـي رهـيـن.

ائـيـن پـانـيـان ٽـو "وفـا"!،
جـيـئـن نــ پـيلي ٽي رهين.

# غزل

هاڙهه يا پوهه آ،  
هِڪ ڪَرو موهه آ.

پير ڪاڏي وڃن،  
ڪوهَه ۾ ڪوهَه آ.

پيار ، پارس بنا،  
هر بشر لوهه آ. *

تنهنجي نفرت صنم !،  
منهنجو پاپوهه آ.

ڪوڙ واجب "وفا" !،  
سچ چوڻ ڏوهه آ.

# غـزل

چـمـچـن جي خـدائـي آ.
ديـگـن جي صـفـائـي آ.

شـاعـر بـہ ء چـريـو يـي،
بـكـواس اجـائـي آ.

هـر چـال تـِري آهـي،
اهـڙي تـہ بُـرائـي آ.

ظـرفـن جي مٿان حاوي،
فـَرقـن جـي وڏائـي آ.

مـون هـيئـن بـہ سوچيو آ،
هـر چـيـز پـرائـي آ.

رسـتـي تـي اچي بيٺي،
مـون دل جـي ٻـڏائـي آ.

كـپـڙن كـان "وفـا" امشكل،
كـپـڙن جي سـلائـي آ.

## غزل

اُڃ هو، اُٿو، لُٽو،
رڳو اُٿو ڌُٽو.

نه ظلم کي سهو،
نه رحم تان هٽو.

زمين اُهائي پر،
ثمر مِٽو، ڪٽو.

گهٽن جي ذهن ۾،
حيات هڪ سٽو.

ڪوي بـه ڪان ۾!،
حيا ڪيو ڇٽو!!.

ڏنم دڪان تي،
فقير جو اٽو.

اڇي پٽي مُطرب،
مڇي ٿو ڇهڇٽو.

يا موت سان وَهو،
يا زندگي ڪٽو.

"وفا" نه جام، مئه،
نه زهر جو وٽو.

# غزل

عشق ۽ ادب؟، وه وا!،
سوچ تي غضب! وه وا!.

زندگي، جي هر اميد،
زندگي طلب، وه وا!.

پيٽ جي اشاري تي،
زلف، چشم، لب، وه وا!.

موت مار فاقن ۾،
عيش ۽ طرب، وه وا!.

آدمي کان ابتر ٿيو،
نام ۽ نسب، وه وا!.

## غزل

ڪــاٻــي ،مـٽ جا مـٽڪا آهن ،
ســاڄي هــٿ تي ڦـٽڪا آهن.

ڪاٺـــي استقبال ڏســـان ٿـــو ،
ڪـِـٽ جـوتن جا ٻـَـٽڪا آهـــن.

ســـچ ڪــي شـايد حق ملي ويو ،
مــقـــتـل مــقتل سَـٽڪا اهــن.

ڳاڙهيون ڳاڙهيون اکيون آهـــن ،
ڪــارا ڪــارا پــٽــڪـا آهن.

ڪــوڙ ، وفــا! پيـنگهي جا لوڏا ،
ســـچ ، ســوريءَ جا جهٽڪا آهن.

# غزل

تو، ڪُتي سان بَدن ٻڌي ڇڏيو،
مون مِرون سان چَلن ٻڌي ڇڏيو.

تو، رَئي سان وچن ٻڌي ڇڏيو،
مون مٽي سان ڪفن ٻڌي ڇڏيو.

ديس جي سرحدن جو حال ڏسي،
مون ڳچي سان وطن ٻڌي ڇڏيو.

ظالمن، جابرن جي آندن سان،
ڏاڍ جو هر جتن ٻڌي ڇڏيو.

مال چوڙيندي هڪ ڏراڙ "وفا"،
هڪ وڏيري جو من ٻڌي ڇڏيو.

# غزل

دل جو بيمار هو،
ڪو قلمڪار هو.

منهنجا ڪيسا رُنا،
ڪير لاچار هو.

"عشق" سهڻي هئي،
"حسن" ميهار هو.

جنهن کي نفرت ڪُئو،
پيار جو يار هو.

ٽي، ٽُڪر ٿي پيو،
آخري وار هو.

تو سان لاچار ءِ،
مون سان آزار هو.

غيرت ٿي ويو "وفا"،
پوءِ پيو پيار هو.

# غزل

چوليون ڇوليون،
ماٺ ۾ ٻوليون.

ڪنڌ ڇاتيءَ مٿان،
هنج ۾ لوليون.

عقل حيران آ،
توکي ڪيئن ڳوليون.

ڪوئي خالي ڪري،
ڪو ڀري جهوليون.

مون چيو: "دل ڪپي"،
هن چيو: "ڳوليون".

خواهش جي هوا !،
ڪنهن جو در کوليون ؟.

عشق ويندو رهيو،
روح ۾ روليون.

ننڊ ڳولي "وفا" !،
ننڊ جون گوليون.

## غـزل

ڊاڪٽـر ڪـي وجـي دوائـون ڏي،
هـاڻ بـس مـوت ڪـي صدائـون ڏي.

تنهنجـو معيـار معتبـر آهـي،
منهنجـي احسـاس ڪـي دعـائون ڏي.

ڪـوڙ جـو هـر چـراغ گـل ٿـي پـوي،
سـچ جـون ايـڏيون هوائـون ڏي.

منهنجـي معيـار جـو خيـال رکـي،
مونکـي ظـالم پلـي سـزائون ڏي.

اي "وفـا"! نـفـرت جـي عالم ۾،
وقـت کـي پيـار ڏي، وفائون ڏئي.

## غزل

اڄ هوائن جي هٿ ۾ ڏوري آ.
عمر تنهنجي پتنگ ٽوري آ.

اُڀ هلڪو، زمين ڳوري آ،
بارها مون هي تور توري آ.

جنهن مِنا پيار کان عزيز ڪيا،
مون انهي تان حيات گهوري آ.

ديس منهنجي جي مختصر تعريف،
قتل، ڌاڙو، زنا ۽ چوري آ.

حُسن ۽ عشق سان نباهڻ لئه،
خِضر جي زندگي بہ ٿوري آ.

ملڪ واسي امير، ملڪ غريب،
هي "وفا"! فلسفو پشوري آ.

# غزل

جهل ڏيندي نہ ڪنهن کي جهل منهنجي،
آهہ هر جستجو اُتل منهنجي.

هيڏي ساري زمين تي افسوس،
ڪوئي پوتو نہ ڪا ئي ول منهنجي.

خون ناحق سندي نشاندهي،
سرِ مُقتل اُتل پٽل منهنجي.

وقت جي غيض ۽ غضب آڏو،
ڪائي اٽڪل هلي نہ ٽل منهنجي.

مان وڏيري جو خاص ماڻهو هان،
تنهن ڪري آ معاف ڏل منهنجي.

ويرُ جوڳين سان، پيار ناڳن سان،
ڪا ٽڙي وئي هجي نہ ڪل منهنجي.

جو بہ سامهون ٿيو لڙهي ويندو،
آهہ درياهہ جان اُجل منهنجي.

مور جي ناچ جيئن لفظ، خيال،
شاعري آهہ مور چل منهنجي.

سچ سين ڪي چئي ڏيان ٿو "وفا"!،
ڪوئي لاهي وجهي نہ ڪل منهنجي.

# غزل

گاهن ۾ لال چوري،
ٿي وڻي ڀلال چوري.

هر ڪنهن جي واڄ ڳودو،
چاسَن ۾ سال چوري.

ڳولا جي ساوڪن ۾،
هرڻيءَ جو ڇال چوري.

احساس، رحم، چاهت،
هرشيءِ جو ڪال چوري.

حمضي ڪري ڪري ۾،
روشن خيال چوري.

پاتارين تي سرزا،
چوري جو مال چور.

جنهن جو جواب ناهي،
اهڙو سوال چوري.

ياسي "وفا"! حقيقت،
خواب ۾ خيال چوري.

# غزل

موٽي آيا مينهڙا ،
ٽرڪيشي لاتا ڏينهڙا!!.

گدڙن کي آزاديون ،
۽ پڃرن ۾ شينهڙا.

رڳي ـزن ـڪيا
ـالهيون، ڏت ـ شرينهڙا!.

ڏادي ڪان پر ڪامشي ،
ڪيشن نباهي نينهڙا.

لڪي اونده پاٺ مان ،
مشڪل ٿيندا ڏينهڙا.

پٽون جيجي ملڪ ۾ ،
وسندا رهندا مينهڙا.

# غزل

باغ بہار مہانگا پوندئي،
گل نہ پٽ خار مہانگا پوندئي.

رُل نہ مجنون جان، سندس گھٽين ۾،
شهر جا پار مہانگا پوندئي.

يار! سستا تنئي نمازون روزا،
هي گنهگار مہانگا پوندئي.

ڏينهن ساڻ ساھ ۽ شب چورن سان،
هيءَ پهرڪار مہانگا پوندئي.

شهر جنو ميت ڪُٽائي ڇڏيئي،
ايترا پار مہانگا پوندئي.

مان "وفا" آهيان، نہ هان فردوسي،
منهنجا اشعار مہانگا پوندئي.

## غزل

مقتل مقتل ڊاهي ڇڏيو،
قاتل ڦاهي ڇڏيو.

سيني سان نباهي ڇڏيو،
سڀ جا تورا لاهي ڇڏيو.

جسم به ناهين روح به ناهين،
دولت تو ٻر ڇاهي ڇڏيو!؟.

جنهن يي ڪيبايو منزل ڪان،
مون رستي ٻر لاهي ڇڏيو.

هاري ٿي بنجر ڌرتي ڳي،
ڪيڙي، پوکي ڳاهي ڇڏيو.

ظالم جي [illegible] نه ٿيندو،
اونو دل تان لاهي ڇڏيو.

فصل نه ڪائي، ڪانياٿين سان،
ماڪڙ جا ڪم لاهي ڇڏيو.

جيون هڪڙو پيار ٿئي ٿو ،
سو مون تو کي چاهي ڇڏيو.

ماڻهن پوپان بنگلا ڇڏيا ،
فني ، ادب مون آهي ڇڏيو.

ڪيي "وفا" آڙي ها ترڪسان ،
تو تاڙيي سان تاهي ڇڏيو.



# غزل

بهارن جي رنگين ڦُلن جي حوالي،
چمن در چمن هان گُلن جي حوالي.

مون ساڙيو پنهنجي خاروخس ئي چمن جو،
مگر گل بہ ٿي ويا اُنن جي حوالي.

حسينن جي آهي محبت نوازي،
رهون ٿا گُلن ڪاڪلن جي حوالي.

متان ڪنهن جي ڏک سان پُري پاڻ ٿي پئين،
رهين تو سدائين ٻُلن جي حوالي.

ڦُلن نرگسن ۾ ۽ ڪنولن ۾ جهڙا،
مثل پر گُلن جي جُهلن جي حوالي.

هُتي هُن جي قرآن سان ٿي جو شادي،
هتي ٿي ويس مان ڦُلن جي حوالي.

جڪي پيار هيڪي ۽ سنسار هوڙي،
"وفا"! مڪ ڪڪڙ هي مُلن جي حوالي.

# غزل

هت نه پنهنجو ڪي پرايو آ،
شهر جو شهر ئي اجايو آ.

پنهنجي خاطر مون سڀ بڻايو هو،
تنهنجي خاطر مون سڀ وڃايو آ.

لوهه کي جيئن تپائي ٿو لوڙو،
دل کي دولت ائين تپايو آ.

جنهن جي ميلاپ ۾ مزو ناهي،
تنهن کان وڇڙي وڃڻ سڄايو آ.

ڪيترو ئي ڪيوس پنهنجو پر،
جو پرايو آ سو پرايو آ.

ڪيترو فرق آهه سوچڻ ۾،
تو جفا، مون "وفا" سڏايو آ.

# غزل

جيڪڏهن دل جو درياهه ڇوڙي ڇڏيان،
ڳوٺ لوڙهي ڇڏيان، شهر ٻوڙي ڇڏيان.

ڪو ملي ڪونه تو منهنجي آواز سان،
دل چوي ٿي سيئي ساز توڙي ڇڏيان.

تنهنجي آوارگي جو علاج آخري،
نينهن جي نوڙ سان توکي نوڙي ڇڏيان.

ديس جي سرحدن جي حفاظت ڪندي،
دل چوي ٿي سڄي عمر ڇوڙي ڇڏيان.

جيڪڏهن مصلحت کان اجازت ملي،
علم سان رُخ جهالت جو موڙي ڇڏيان.

هيءَ ڪا مسجد يا مندر نه ناهي ”وفا“!
ڪيئن ٽٽل دل کي ٻيهر مان جوڙي ڇڏيان.

# غزل

ڳوري آ يا ڪاري آ.
عورت مون کي پياري آ.

پيار پيو بي صورت صري.
دنيا! تنهنجي ساري آ.

رنگن ۽ خوشبوئن سان.
مون ڌرتي سينگاري آ.

آزادي، جا خواب ڏسي.
قيدي رات گذاري!

پيٽ ورن جون سيني سان.
مون ڪان پرده داري آ.

پنهنجي مرضي جرم جيان.
اهڙي خود مختياري آ.

روشن سج آثار "وفا"!.
دنيا مِنجهن واري آ.

# غـزل

جَـلـنـدي رهـنـدي لاٽ وفا! ،
روشـن رهـنـدي واٽ وفـا!.

چـمـڙن ، چـپـرن جي ايجاد ،
آهـي اونـدهـ ڀـاٽ وفـا!.

ڪـا بـرسـات نـہ اوتـر ڪو ،
ڪـيـڏي گُـهٽ ٻوسـاٽ وفا!.

هـڪ انـمـول چـڙڻ ڪان پوءِ ،
چـڻ ٻـجـلـيءَ جي چاٽ وفا!.

هـر عـاشـق مـعشوق گواهـ ،
چـاهـت نـاهـي چـاٽ وفا!.

# غزل

لهوءَ جا لُڙڪ لُڙيا، آهه نڪتي،
تڏهن تنهنجي ملڻ جي راهه نڪتي.

نرڻ بدران سڙي وئي دل نِدوري،
مون جنهن کي برف سمجهيو، باهه نڪتي.

رکي چڏيو جڏهن مون سِر آڏيءَ تي،
تڏهن سچ، سونهن کان وهه واهه نڪتي.

سڙي اُس ۾ ويا مجنون هزارين،
نه صحرا مان مگر وڻ ڇاهه نڪتي.

سَراپا مُهربانيءَ تي ويو ڪو،
"وفا" جي وات مان ساراهه نڪتي.

# غزل

يا تہ تون پيار کان پاڻ پَل،
يا تہ پنهنجي جفائن کي جَهَل.

کوڙ جا کک رکي پيار تي،
حُسن جي منهن تي دانگي نہ مَل.

شمس آهيان، نہ تبريز مان،
دستِ جلاد! مون کي نہ کَل.

تنهنجي منهنجي جُدا جستجو،
منهنجي راهن سان راهون نہ رَل.

يچ پہ چاهت جون بيساکيون،
نفرتن جي سهاري نہ هَل.

وصل جو منتظر رَهہ "وفا"!،
هجر جا سور کنهن سان نہ سَل.

# غزل

سُک جو دريا سَراب جهڙو آ .
ڏک جو عالم عذاب جهڙو آ.

ساري دنيا تي هيچ نيچ لڳي .
تنهنجو پاڪر شراب جهڙو آ.

روح تعويذ جيئن بند آهي .
جسم ڪُليل ڪتاب جهڙو آ.

منهنجون راتيون ڇو ڪاريون آهن؟ .
هو اگر ماهتاب جهڙو آ.

تو ڇُهڻ سان ڇِڙي پوي يڪدم .
هو سراپا رباب جهڙو آ.

سچ ٻڪرو . ڇُري جيان دولت .
۽ زمانو قصاب جهڙو آ.

باغ جهڙو بدن رکي تو "وفا"! .
جنهن جو چهرو گلاب جهڙو آ.

# غــزل

نــ كــي ٻــڌڻ جــو پــتو پيو، نڪي ترڻ آيو،
اســان كــي اهڙي طــرح ســان جــيئڻ مرڻ آيو.

دل و دمــاغ هــو آزاديــن جــو مَــتــوالــو،
غــلام بــنــجــي اســان كي نـ ڪجهه ڪرڻ آيو.

ٻــ لُــڙڪ لاڙي خــدا جــي رضا جو سات ڏنم،
جــڏهــن ڪــو تــنهنجي محبت جو دم ڀرڻ آيو.

محــبــتــن كــي مِــليون نفرتون زماني كان،
جــنــونِ عــشــق كي پــو يــي نـ غم ڪرڻ آيو.

اسان كي مــوت جي ويجهو ڪري ڇڏيو فــاقن،
تــڏهــن ٻــ زر جــي اڏيءَ تي نــ سِــر ڌرڻ آيو.

چــراغِ عــشــق هــوائــن سان ڪونـ گُــل ٿيندو،
"وفــا" تــ آهــ هــوائــن ۾ ئــي ٻــرڻ آيــو.

# غزل

مسجد، مندر درباري،
جنت، دوزخ سرڪاري.

باهه لڳي شل ذهنن کي،
پيار ڪندڙ ڪارو ڪاري.

هر اک تي ويساهه رکڻ،
دل کي ڪوڙي دلداري.

منهنجي دل آ پريم نگر،
تنهنجي دل دنيا داري.

فطرت جي آئيني ۾،
هڪ جهڙي ٻوري ڪاري.

ڪلبن ۾ ٿي رقص ڪري،
چادر ۽ چوڏيواري.

ڪنهن ڪنهن جو چالان ڪندين،
سارو عالم ڏوهاري.

تون منهنجو معبود "وفا"!،
۽ مان تنهنجو پوجاري.

# غزل

هر سوچ ڏنو روئي،
کيڏانهن وڃي کوئي.

اُت چند کتان ايري،
جت ناهي ستارو ئي.

پاسو بہ لڳو تنهنجو،
پاسو بہ کيو توئي.

اسٽيل جي چمچي کان،
کانيءِ جي يَلي ڏوئي.

پڇيتاءُ وڌس ماري،
انسان ٿيو جوئي.

ڇا سوچ "وفا" ا تنهنجي،
ڇا تنهنجي غزل گوئي.

# غزل

چا جفا، چا وفا،
عشق جا معجزا.

تن صفا، من صفا،
چا دوا، چا دعا.

هر طرف جي هوا،
پو بہ روشن ڏِئا.

ٿهڪ ٽنهنجا مِٺا!،
مَندرن ۾ چِٽا.

راهہ روشن نہ ڪا!،
راهرو ڪيئن ڪندا؟.

لاش ترڪان سواءِ،
پيار جا سلسلا.

مسجدن ۾ نہ ها،
مئڪدن جا مزا!.

پيار جڳ ۾ "وفا"!،
ڪوهہ ۾ جيئن صدا.



## غزل

تو لوڪ جيان ٺڪرايو،
مون پيار جيان پڇتايو.

مون ڏس ڏنا ماڻهن کي،
تو اهڙو نينهن نڀايو.

سنسار ڪٺي سڀ ڪجھ آ،
پر مون کي راس نہ آيو.

هر ڪڪ، پنَ ساڻ لُڙهي ويو،
مون اهڙو مينهن وسايو.

ڪَن پيار سياڻن وانگر،
ديوانن کي سمجهايو.

[illegible] خانہ "وفا" هئي،
[illegible]

# غزل

شل باهه لڳيئي چوري! .
هيءَ چڻنگ تو کهڙي چوري؟.

هن عشق تان سڀ ڪجهه گهوريو .
مون حسن تان هر شيءِ گهوري.

الله کي پيارت آهي .
دل لغڙ، جواني ڏوري.

هن ڏاڻ تي حيرت آهي .
تون ٻال مٺا مان ٻوري.

چو شاعر کي تا توريو .
ڪنهن ڏرتي ناهي توري.

نه ئي پاڻ "وفا"! چور آهيان .
نه ئي پيار منهنجو آ چوري.

# غزل

حوا، آدم ڇاهي ڇڏ،
مسجد، مندر ڍاهي ڇڏ.

دنيا سان وچڙاءِ نه دل،
تنهنجي ڪم جي ناهي ڇڏ.

بادل! سارو سال وَسي،
ٿر جا ٿورا لاهي ڇڏ.

دور انديشي ساڻ ڪري،
ڳاهه سويري ڳاهي ڇڏ.

بڪ ڪان ڇتا شينهن ٿيا،
هرٽي هرٽي ٿاهي ڇڏ.

اڻ ڳَٺيل بت خانن ڪان،
هڪڙو ڪعبو ناهي ڇڏ.

سڀ ڪجهه آهي پيار "وفا"!،
ڌن، دولت بر ڇاهي ڇڏ.

# غزل

منهنجو اُتساهه مثالن وانگر،
تنهنجو احساس حوالن وانگر.

هوءَ شربت جي پيالن وانگر،
مان سَرابن ۾ غزالن وانگر.

مان سويرن ۾ انڌيرن جهڙو،
تون انڌيرن ۾ اجالن وانگر.

پيٽ فاقن جي خزاني جهڙو،
بُک مرڻينگ جي حالن وانگر.

آرزو، جستجو سَسُئيءَ جهڙي،
زندگي ڪيچ، ڪشالن وانگر.

ڪوئي منظر نہ لڳو اڄ تائين،
اي "وفا"! هُن جي جمالن وانگر.

# غزل

حُسن دولت پر لٽجي ويو آ،
عشق رستي کان ڪُٽجي ويو آ.

تنهنجي ٿوهر بدن سان نيائي،
منهنجو احساس ڦٽجي ويو آ.

عشق سَٽ ڪُٽ جو ميدان آهي،
جو به آيو سو سَٽجي ويو آ.

امن اوچو اُڏي پيو فضا ۾،
جنگ جو باز جَهٽجي ويو آ.

ساري سوسائٽي وئي بدلجي،
سارو ماحول مَٽجي ويو آ.

نينهن لائي "وفا"! هلڪڙن سان،
منهنجو معيار گهٽجي ويو آ.

# غزل

پيو پَري ڪان رڳو سلام ڪرين.
ڪاش! ويجهو اچين، ڪلام ڪرين.

دوستي، جو سفر طويل ڏسي.
هت ڇڏڻ جي ٿو گام گام ڪرين.

پيار ذاتي معاملو آهي.
ڇو ٿو ماڻهن جا گڏ هشام ڪرين.

هن بدي، جي صدي، ۾ اي ماڻهو!.
ڪاش! نيڪي، ۾ پنهنجو نام ڪرين.

ڪير پي ڪونه ٿو ٻُڌي تنهنجي.
مئڪدي ۾ پيو جام جام ڪرين.

باقي سڀ ڪجهه ڪرين سياستدان!.
پر نٿو خدمتِ عوام ڪرين.

ظلم باغي ڪري وڌو ٿئي "وفا"!.
ڪيئن ظالم جو احترام ڪرين.

# غزل

گل، مکڙيون، گلزار اسان جا،
ثابت ٿيا پر خار اسان جا.

مصنوعي ماحول اسان جو،
۽ فلمي ڪردار اسان جا.

دريائن ڪئي ٻوڙي ڇڏيا،
سهڻيون ۽ ميهار اسان جا.

ظالم جو ڪيئن قيد قبولين،
جذبا خود مختار اسان جا.

فصلِ گُل ۾ پوئرن وانگر،
گونجن ٿا اشعار اسان جا.

نيٺ ڪندا هر ظالم پورو،
اُبتا سُبتا وار اسان جا.

ڏُوتين بند ڪرائي ڇڏيا،
دريون ۽ ديدار اسان جا.

پيار جو دريا، ونجهه "وفا" جو،
ٿي ويا ٻيڙا پار اسان جا.

# غزل

أنس جو گُر گِيان ڏي ،
زندگيءَ کي مان ڏي.

جو کري ماٺهو ڪري ،
ڏوهه چا شيطان ڏي.

بک بيچڙو تول آ ،
آن سان ايمان ڏي.

کيئن بہ آزادي کپي ،
ظلم کر ، زندان ڏي.

[illegible] دلربا
[illegible]

اگ پر دي رحـ[illegible]ـت ،
پر مون کي قرآن ڏي.

پيار پر گهوري نہ هن ،
ڏس "وفا" جي شان ڏي.

# غزل

ڳـاڙهـا ڳـاڙهـا پير لڳهي پيا ،
كـانـديـرن ۾ پـيـر لـڳهي پيا.

روشـنـيـن تـي ڳِـجـهـن وانـگر ،
هـي كـهـڙا انـڌيـر لـڳهي پـيـا.

گـدڙ ، بـكـهـڙ سـڀ جـُوءِ مـَٽي ويا ،
مـيـدانـن ۾ شـيـر لـڳهي پـيـا.

اكـيـن مـنـجـهـه لـڳهي پيو موتيو ،
دل ۾ ڦـنـد ۽ ڦـيـر لـڳهي پـيـا.

دودا ، دريـا خـان ۽ هـوشـو ،
پـِـڙ ۾ مـڙس مـَتـيـر لـڳهي پيا.

مـيـڙ مـڃـي ويـا ، واڪ اچـي ويا ،
مـيـواتـن جـا ڍيـر لـڳهي پـيـا.

سُـهـٽـي ۽ مـيـهـار تـہ كـونهن ،
هـي دريـا ۾ كـيـر لـڳهي پيا؟.

## غزل

حُسن جا اولڙا،
ٻُڪ ڀر لَولڙا.

وقت حاڪم، اسان،
ٻانهڙا، گولڙا.

پنهنجي پنهنجي ڪَٿا،
تڙ متان ٽولڙا.

وِيهه واٽون ٽيون،
روهه جا رولڙا.

زندگي، گُل جيان،
غم لُڪون، جهولڙا.

منجهه اوسيئڙن،
پيا پُسن چولڙا.

آن مداري "وفا"!،
هيٺ جڻ يولڙا.

# غزل

نور ۽ نار، توهان جون اکيون،
گرم گُفتار، توهان جون اکيون.

آر ڪان پار، توهان جون اکيون،
تير، تلوار، توهان جون اکيون.

دل جا ارمان، پکل پوک جيان،
۽ چتي جهار، توهان جون اکيون.

ڍير لاشن جا ۽ بي گور و ڪفن،
ظلم جي ڪار، توهان جون اکيون.

ڪربلا جهڙي تتل ذرتيءَ تي،
ميگهه ملهار، توهان جون اکيون.

مان فقط جنگ جو ميدان "وفا"!،
جيت ۽ هار توهان جون اکيون.

# غزل

اسان وٽ تو سوا ڇا هي حليمان!؟،
نہ ڪو آهي نہ ڪا آهي حليمان!؟.

ڦري اعلان ويو گهر گهر ۾ اهڙو،
نہ ڪنهن ڪي ڪير پي چاهي حليمان!؟.

جو ڪرٽو تٿي ڪري وٺ زندگيءَ ۾،
مرڻ ڪان پوءِ ڪجهہ ناهي حليمان!؟.

گُلابي چپ رکي منهنجن چپن تي،
ڇڏيا تو رنگ سبي لاهي حليمان!؟.

مان ذات ۽ پات جو قائل نہ آهيان،
فقط ڪو روح سان چاهي حليمان!؟.

ڪرم جي ڪيئن ڪري ڪوئي مذمت،
ستم ڪي ڪير سارا هي حلميان!؟.

جي نفرت جو تشدد ختم ٿي پئي،
محبت ۾ مزو آهي حليمان!؟.

ستم آهي "وفا"! ڪائي پيئي ڪو،
ڪوئي پوکي، ڪوئي ڳاهي حليمان!؟.

## غزل

جاڳي پئي آ جاڳ اسان جي،
مشڪل موڙڻ واڳ اسان جي.

سانوڻ پي تو باهه لڳائي،
ڪيئن وسامي آڳ اسان جي.

پنڌ اسان جا، پير اسان جا،
دَڳ اسان جا ڊاڳ اسان جي.

موت به آهي جيون جهڙو،
ننڊ به آهي جاڳ اسان جي.

پوئين، صف ۾ بيٺا آهيون،
وقت ڪٿي ويو آڳ اسان جي.

ڪويي ڦند نه ڦير اسان ۾،
شخصيت بي داڳ اسان جي.

ست رَڃين مان پاڻ نه جاڻون،
خواهش مکڻ، ساڳ اسان جي.

# غزل

اونداهه ۾ تنوير اسان،
ءِ جهولن ۾ هير اسان.

طاقتور تدبير اسان،
سنڌڙي جي تقدير اسان.

أپ جا شامل رنگ سيني،
ذرتيءَ جي تصوير اسان.

آهي بين زبانن تي
ڪيئن ڪريون تقرير اسان!؟

هر پڙهندڙ جو بيجڙو منهن،
اڻ وڻندڙ تحرير اسان.

سر سر شاهد آهه "وفا"!
مقتل جي تشهير اسان.

# غزل

نہ الله آهيان، نہ شيطان آهيان،
مان آدم جو اولاد، انسان آهيان.

هتان نينهن جا ٿو وڏي واڪ نعرا،
مان پنهنجي تباهيءَ جو سامان آهيان.

جهنم ۾ ڏڪجي، ۽ جنت مان نڪري،
پشيمان آهيان، نہ حيران اهيان.

وفائن جي سازن تي بيخود نچان ٿو،
مان تنهنجي محبت جو وجدان آهيان.

اڀاڻ لڳي زندگي جو تصور،
نہ اميد آهيان، نہ ارمان آهيان.

نڪي مرڪ آهيان، نڪي لڙڪ آهيان،
نہ ڪو درد آهيان، نہ درمان اهيان.

نہ ٿڏ مون کي، پنهنجي ٿڏي جو پرم رک،
"وفا"! ٻن ڏهاڙن جو مهمان اهيان.

# غزل

ڏينهن گذري ٿو، رات گذري ٿي،
ٺوڪرن ۾ حيات گذري ٿي.

باعث حادثات گذري ٿي،
جيت گذري يا مات گذري ٿي.

لاش کان جيئن لنگهي ٿي جيءَ، ائين،
مون وٽان تنهنجي ذات گذري ٿي.

چوٽڪارو صليب تي ٽنگيل،
مقتلن مان حيات گذري ٿي.

روح جيان جسم ۾ امر ٿو لڳي،
من مان مٿي، جي بات گذري ٿي.

عشق ۽ حُسن جي دڳن تان "وفا"!،
خوامخواهه ذات پات گذري ٿي.

# غزل

وري آيون واپس جمارون وري.
منا! موڙ پُٺتي مهارون وري.

ويل وقت کي ڪيئن واپس ڪريان؟.
ڪري ڪير ساڳيون پُڪارون وري.

وري تنهنجي يادن اچي جُهڙ ڪيو.
اکيون ٿيون ڏين اوچنڪارون وري.

کُلي زُلف مُنهن تي پکڙجي ويا.
ڪيون بند پوٽرن آڌارون وري.

او قاتل نگاهن جا ظالم ڏني!.
متان ڏين ڪُنل کي مبارون وري.

وري عالمي امن سوري، چڙهيو.
ويون پهچي هر هنڌ تارون وري.

وري ٿيندي تيرن جي ورکا "وفا"!.
اُڏن ٿيون هوا ۾ نهارون وري.

# غزل

ڪينئن لڳن ڪانگن جا ڪانگيرا چڱا،
جت ڏنم مورن جا آکيرا چڱا.

دوستو زنده رهي ظرف ۽ ضمير،
وار اٿيا ۽ لٿا ميرا چڱا.

ياڳيو ماسي پيو خود ڪيس ۾،
تو سڄاتا چور جا پيرا چڱا.

تا اڃان ڏاڏا ٻُرن وقتن ۾ ياد،
صحبتن جا وقت ۽ ويرا چڱا.

حسنِ يوسف، مرگ دولت تي ويو،
صرف نِڪتا سُٺ جا ڏيرا چڱا.

شهر لڙڪن جو اکين ۾ شل وَسي،
دل ۾ آهن درد جا ڏيرا چڱا!.

چو گُلِيلين سان قِتائن تا "وفا"!،
تا لڳن پکين جا واهيرا چڱا.

# غزل

نہ تون آهين نہ تنهنجو پيار آهي .
جواني زندگيءَ تي بار آهي .

نہ ڪل برده فروشن جي جڳن ۾ .
اڃان تنهنجو تبسم ٻار آهي .

نہ ٿي دل جيستائين متفق ٿئي .
نظر جو فيصلو بيڪار آهي .

چڱو ٿيو تو سنڀالي نا خدائي .
هنيئڙ چرين جو ٻيڙو پار آهي .

جيئڻ ڏيندو تہ مرندا سين وگرنہ .
اسان جو موت کان انڪار آهي.

نہ بي پرده ٿي هل رستن تي پيارا .
اڄ کو پيار ڪاروبار آهي.

وفا! ڪٿين پهچبو هن پارهاٿي .
پڳل ٻيڙي ۽ دريا تار آهي.

# غزل

اسان جي چاڪ داماني، تي سوچيو،
حسينن جي گل افشاني، تي سوچيو.

صنم خاني ۾ هٿ، ڪعبي ۾ اکيون،
فقيرن جي مسلماني، تي سوچيو.

گلن جي سرخ چهرن تي پسينو،
تبسم جي پشيماني، تي سوچيو.

غريبن جي ارادن جا خدائو!
شهنشاهن جي درباني، تي سوچيو.

وري اپريا فضا ۾ سور سڏڪا،
وري مون پنهنجي ناداني، تي سوچيو.

اکين ۾ لڙڪ ۽ مرڪون چپن تي،
وفا جي نيم عرياني، تي سوچيو.

## غزل

پيليو جو تا، ڪاهه تہ ناهيان،
نرم سهي، بي ساهہ تہ ناهيان.

ايڏو جو تا جرڪو مون ڪان،
مان دوزخ جي باهہ تہ ناهيان.

نيٺ خطا ٿي ويندي مون ڪان،
آدم آهيان، الله تہ ناهيان.

قيد ٿيان سوني پڃري ۾،
واٽي جو ويساهہ تہ ناهيان.

جو تا مون کي قاسي چاڙهيو،
ايڏو حق آگاهہ تہ ناهيان.

# غزل

توسان پل پل جو رابطو آهي
ڇا ڪيان دل جو فيصلو آهي

تنهنجي اک سان اک ملائي سگهي
ايترو ڪنهن کي حوصلو آهي

تو جڏهن کان نقاب لاٿو آ
چنڊ اڀرڻ ڇڏي ڏنو آهي

تو ڪلڻ تي وڏي هٺي ٻڌش
مون روئڻ ڀي ڇڏي ڏنو آهي

تنهنجو دامن ڇڏيان ته ڪيئن ڇڏيان
زندگيءَ جو معاملو آهي

مون کي دنيا "وفا". وفا تي سڏي
معجزو تنهنجي پيار جو آهي

# غزل

مان تنهنجي حوالي هان .
۽ تنهنجي ئي نالي هان.

ڪو سچ نه چند آهي .
مان پنهنجي اجالي هان.

غربت ۽ مهانگائي .
۽ ساڻ اٿالي هان.

ڪلهه منهنجي حوالي هو .
اڄ هن جي حوالي هان.

نالو نه ٻڌڻ چاهي .
جنهن شخص جي نالي هان.

# غزل

اک اک آلـــي کنيـــون وتـــون ٿـــا ،
دل دونـــالي کنيـــون وتـــون ٿـــا .

هـــر هڙتـــالي کنيـــون وتـــون ٿـــا ،
هـــر کڙتـــالي کنيـــون وتـــون ٿـــا .

تـــوڙي پـــن . ڇـــن لڳـــا پيـــا هـــون ،
منهـــن تـــي لالـــي کنيـــون وتـــون ٿـــا .

کڙکيـــون تـــوڙي پکـــي اڏي ويـــا ،
پيڇـــرا خـــالي کنيـــون وتـــون ٿـــا .

ڳـــوري لڳنـــدي . ڦٽـــي کنداســـين ،
جنـــدڙي حـــالي کنيـــون وتـــون ٿـــا .

کيئـــن پوئـــواري تٿـــي حقـــن جـــي .
اســـتحصالي کنيـــون وتـــون ٿـــا .

# غزل

کلن جی توکري آن تون.

حسين چوکری ان تون.

بيو بدن تلاش کر

امان کي موکري آن تون.

ملن کان پچو بي جسجو.

عجب نوکري ان تون.

ت پيار کر امت

غريب چوکري ان تون

"وفا" جدس عوام جان.

وطن جي چوکري آن تون.

## غزل

جڏهن خيال سان خيال ٿو ملي،
نه اهڙي پيار جو مثال ٿو ملي.

تون اجنبي، مان اجنبي، او اجنبي!،
تڏهن به تو سان منهنجو حال ٿو ملي.

وصال!؟، دل سان ڳالهه ئي نٿي لڳي،
ڪٿي جنوب سان شمال ٿو ملي.

وڃائجي پوي ٿي تيرگيءَ ۾ عمر،
تڏهن وڃي ڪٿي جمال ٿو ملي.

جتان به جو به درد ٿو ملي "وفا"!،
حيات لاءِ نيڪ فال ٿو ملي.

# غزل

حد ڪمال آهين ،
شرحُ زوال آهين.

دنيا مثال آهي ،
تون بي مثال آهين.

هر وقت وات ڦاٽل ،
دست سوال آهين.

دنيا سڄي پئي ٿئي ،
مون ڪان محال آهين.

ديرا ڪجهي ويا ٿئي ،
هاڻي پلال آهين.

اونداهه ۾ ڏياٽيون ،
روشن خيال آهين.

# غزل

جلوا لٽائي جڏيا ٿئي

پنکا پڌائي جڏيا ٿئي

ڪنهن جو ته انتظار اهي

ڏيئا جلائي جڏيا ٿئي

اڄ تنهنجو خير ڪونهي ڪو

ڪپڙا مٽائي جڏيا ٿئي

مرڪ سان ڪٿي منهن ڏيندين

ڳوڙها ڪپائي جڏيا ٿئي

بس ڪوڙ ها "وفا"! لکي

هٿ سان وڃائي جڏيا ٿئي

# غزل

قيد ونواھ ۾ جو يار ھيو،
منھنجي قسمت جو خريدار ھيو.

ھو ڪڏھن ميٺ، ڪڏھن پٿر ھو،
ڪيڏو ھڪ شخص پراسرار ھيو.

زلف شب رنگ جي پويان روشن،
اک ھئي، لب ھيو، رخسار ھيو.

سڀ سان ھڪ جھڙو نظر پئي آيو،
ايڏو معصوم ھيو، ٻار ھيو.

ھر ادا ھوش ربا ھئي ان جي،
صفِ اول جو اداڪار ھيو.

بيوفا ڪان ٻ ملي ويو مون کي،
منھنجي قسمت ۾ "وفا"! پيار ھيو.

# غزل

هن کي چو مايوس ڪيم،
شدت سان محسوس ڪيم.

گمنامي، جي غارن مان،
نالو ۽ ناموس ڪيم.

حيرت آهي شيشي کي،
پٿر سان مانوس ڪيم.

تنهنجو چهرو ڪافي هو،
روشن چو فانوس ڪيم.

سڀ کي دل جو راز ڏئي،
ڪم ڏاڍو منحوس ڪيم.

ڪيئن وري چورايل دل،
تر جا گڏ جاسوس ڪيم.

دل پر ساڳيو درد "وفا"!
اڄ ٻيهر محسوس ڪيم.

# غزل

جي چمن ۾ سدا بهار رهي،
گل جو هرگز نه ڪو وقار رهي.

حسن هردم تو پر سڪون رهي،
عشق هردم تو بيقرار رهي.

ننڊ اُجڙين اکين ڪي ڪيئن ايندي،
جن کي هردم تو انتظار رهي.

وقت گذري وڃي ٿو پر ان جي،
ڳالهه هر هنڌ ٿي يادگار رهي.

عشق هرگز ڏسي نه منهن غم جو،
حسن جو سڪر ون شعار رهي.

پل "وفا" ختم ٿي وڃي، ليڪن،
زنده يارو! "وفا" جو پيار رهي.

# غزل

حور ۽ پري جاڏي،
هو ۽ عجيب شيءِ آهي.

زندگيءَ کان ڪٿيل هان،
توسان رابطو ناهي.

حر ٻ نقش ڏاهي وٺين،
خير پي نٿو ناهي.

خاش! توکي دنيا ۾،
مون جيان نه ڪو چاهي.

فيصلو عجيب "وفا"!،
خوڙ. سچ کي ڦاهي.



# غزل

ساماهن اهڙو سپن رهي ٿو،
هر رُت ۾ رنگين رهي ٿو.

حق ۽ سچ جي متلاشيءَ لئه،
هر رستو سنگين رهي ٿو.

شايد اندر جو انڌو آ،
اکين سان نابين رهي ٿو.

زردارن جون کهڙيون ڳالهيون!
مشڪل ۾ مسڪين رهي ٿو.

گلشن جا سڀ گل ڪپائي،
ڪنڊن ۾ گلچين رهي ٿو.

پيار بنا مذهب جو قائل،
هر ماڻهو بي دين رهي ٿو.





# غزل

هر وات ۾ وائي تنهنجي،
ڇا نغمہ سرائي تنهنجي.

ڪو مِل جو مالڪ هوندو،
جنهن پريت لڃائي تنهنجي.

ڳو ڏوڙ اڏائي منهنجي،
مون ڏوڙ وسائي تنهنجي.

جوڳڻ! سو جوڳي ٿي ويو،
جنهن بين وڄائي تنهنجي.

مَن اسهپ ڪان مشڪل ٿي وڃي،
مون لاءِ جدائي تنهنجي.

جڳ سياڻو، شاعر چريو!؟،
بڪواس اجائي تنهنجي.

ڪارو ڪاري ٿا ڄاڻن،
اي ديس اجائي تنهنجي.

# غزل

جنهن به رستي مان ٿي چري گذري.
حور گذري، نما پري گذري.

منهنجي خواهش کي ڏي نه اهميت.
تنهنجي حق ۾ متان ڳري گذري.

اتفاقاً جو ويو لنگهي، اي ڪاش!
منهنجي گهر کان وري وري گذري.

تنهنجو سڀ سان سلوڪ هڪجهڙو.
پو، لاڙي يا ڪو ٿري گذري.

ڇنهل قدمي هوس پرستن سان!؟
سبز باغن مان ٿي چري گذري.

منهنجي دل تي رکي پهاڙ "وفا"!
هن جي دل تي نٿي ذري گذري.

# غزل

وڏي ٿو جيئن استعمال تنهنجو .
ٿـــي ٿو ٿيڻ استقبال تنهنجو .

ڪڏهن تو سوچيو ! . مـان ٻه ڏينا .
ڪري ٿو ڪير استحصال تنهنجو .

پس م خيش تو خود کي تلاشين ؟ .
جڏهن تو م ٻه آهي خيال تنهنجو .

جو مسجد م سو ڏيک ريو هومون کي .
ملــبر چخلي مان سو زورمڻ تنهنجو .

پنيان تنهنجي ڪني توبا ٻڏي وبا .
لهي سگهيو نه ڪو ٻاتال تنهنجو .

تڏن م دوستن ۽ دشمن جي .
بدن آهي "وفا"! فٽ بال تنهنجو .

# غزل

ايڏو پيٽ و ڏايو ٿئي،
ڪنهن جو آن ڦٻايو ٿئي،

سنگ ! مون کي برباد ڪري،
لڙڪ نه اڪ ٻر آيو ٿئي،

هر فن مو لاسڄين ٿو،
ليڪن پيار نه آيو ٿئي.

هر پروانو خاڪستر،
ڪيڏو مچ مچايو ٿئي.

ڪيڏو خالص ظالم آن،
ڪنهن تي رحم نه آيو ٿئي.

باقي سڏ ڪن پنڌ "وفا"!،
يار! مٿان گهبرايو ٿئي.

# غزل

دل جو ديوتا ٿهي ويو،
مندرن جو ڪم لهي ويو.

وقت جو جبل ڪريو مٿان،
منهنجو حوصلو سهي ويو.

ڪانءُ جيئن گليل کان ڀڄي،
عاشقيءَ کان تيئن لهي ويو.

دل جو سومنات ڇا ڪريو،
دوستي جو بت ڊهي ويو.

ڪو اکين جي ڍنڍ ۾ لهي،
دل جو هر ڪنول لهي ويو.

ڪو "وفا" جي شهر ۾ اچي،
ڏار راتيون رهي ويو.

# غزل

اڄ وري، اڄ وري ”چانڊني چوڪ ۾،
دل ملڻ لئه چري، چانڊني چوڪ ۾.

بند پاڙي جو ڪنهن ۾ در ڏي مڪر
پو بہ ڪُليل دري، چانڊني چوڪ ۾.

هوريان هوريان ٿي شناسا ٿئي
اجنبي ڇوڪري، چانڊني چوڪ ۾.

تون اچايو وعدن کي اينگهائين ٿي
آئون ويندس مري، چانڊني چوڪ ۾.

نين، چپ، زلف، رخسار، رنگ ۽ بدن،
حُسن جي حاضري، چانڊني چوڪ ۾.

پوهہ جي رات ۾ تون مزي سان سُتل،
ڪوئي ويندو ٺري، چانڊني چوڪ ۾.

بس اسٽاپ، سُبھڻ جو ميلو متل،
حور ڪا، ڪا پري، چانڊني چوڪ ۾.

ڪوئي ڇھري، ڪو زلفن جي مالا جھڙي،
حُسن جي برتري، چانڊني چوڪ ۾.

ڪو مداري، ڪو جوڳي ڪو سامي ڏسان،
بين ۽ بانسري، چانڊني چوڪ ۾.

مون کي ياد آھ، مون ڀي گذاري "وفا"!،
زندگي جي ذري، چانڊني چوڪ ۾.



## غزل مارشل



ـ هي مشتاق علي، خيرات علي، جو پُٽ، جيڪو اڪ ٻُوٽي، اڪ ٻُٽي: جهڙ ۾ وفا نائين شاهي ٿيجي ويو. پنهنجي مادري زبان پنجابي ايا اردو، ۾ ٻه شاعري ڪري ٿي سگهيو (ٿوري ڪجهه ڪئي ٻه اٿس.) پر، مان سلام ڪريان ٿو. هن جي انهي، جذبي کي، جنهن هيٺ هن پنهنجي مادري زبان جي قرباني ڏني، سنڌي زبان ۾ شاعري ڪئي. جڏهن ته هن دؤر ۾ "ٻولي" اهڙو حساس مسئلو ٿيجي ويو آهي، جنهن تي مٿا ڳاٽن کان جدا ڪرڻ فرض ٿيجي ويو آهي.

ـ پنهنجي ٿهي، جي ليکڪ شاعرن مان وفا نائين شاهي، سڀني کان وڌيڪ گهڻو لکڻ وارو شاعر آهي. وفا کي جنهن صنف جو مزو اچي ويو انهي، ۾ واهڙ وهائي ڇڏيندو آهي. غزل، نظم، هائيڪا، چوسٽا وفا تمام گهڻا لکيا آهن. ساڍا ٽي هزار کن غزل، چار سؤ کن هائيڪا، ڪيتي نظم ۽ وايون لکي ڇڪو آهي. اٿين ٻه ڪونهي ته وفا رڳو ڳاڻيٽي کي وڌائڻ لاءِ سٽن ۾ واڌارو ڪيو آهي. پر هن جنهن ٻه صنف کي هٿ لاتو آهي، انهي ۾، اڪٿ موضوعن، اڇوتن خيالن، مشڪل ڪافين، دلفريب رديفن، خوبصورت تشبيهن ۽ نيج سنڌي ٻولي، جا خزانا کولي رکيا آهن.

ـ وفا فطرت جي خلاف ورزي ڪئي ٻه نه ڪئي آهي، هن فطرت سان ڪُلهو ڪلهي ۾ ملائي، حقيقت جي ايتري ته قريب وڃي شاعري ڪئي آهي، جو هُن جي شاعري، جيئري ڪا مخلوق نظر ايندي آهي.

ـ وفا جي شاعري، ۾، ماضي، جا سچا داستان ٻه آهن، حال جي ڪهاڻين جي ڀرپور عڪاسي ٻه نظر اچي ٿي، ته مستقبل جون اڳ ڪٿيون ٻه ملن ٿيون. اهڙيون اڳ ـ ڪٿيون، جن جي ظهور ۾ اچڻ جو، مَن کي ويساهه اچي وڃي ٿو. وفا کي ماضي، حال ۽ مستقبل جو متعبر شاعر چوڻ ۾ مونکي ڪا ٻه هٻڪ ڪانه ٿي ٿئي.

ـ محسن نقوي، (اردو شاعر) پنهنجي ڪتاب "ريزه حرف" جي مهاڳ ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي: "فنڪار عام انسان جي سوچ کان وڌيڪ گهڻي قداور شخصيت جو مالڪ هوندو آهي. هُو پنهنجي وقت جي جهالتن خلاف روشني، جي بغاوت جو علمبردار آهي. ٻيءَ جيءَ، جي مقابلي ۾ زندگي، جي علامت، ۽ سطحي سوچ جي ڏنڊلڪن ۾ ادراڪ جي شعاعن جو استعارو آهي. هُن وٽ پنهنجي منصب ۽ مرتبي جو احساس هجڻ ضروري آهي." ۽ مونکي ياد وفا هميشه، "محسن" جي انهن خيالن جي هوبهو تصوير لڳندو آهي ۽ سندس شاعري محسن جي ڄاڻايل فنڪار واري تصور جي ساڀيان نظر ايندي آهي.

ـ هونئن ته وفا جي سموري شاعري، سهڻي ـ ڏاڍي سهڻي، اهڙي نئين ساماڻل نينگري، جيان لڳندي آهي، جنهن وٽ: ناز، نخرا، ڇَپ، پڪڙ، پيشاني، ۾ گهنڊ ۽ نيڻن ۾ مَرڪون ناچ پيون ڪنديون آهن، ڏسندو وڃ/پڙهندو وڃ، چکبو وڃ، جيئن ڪهريا ڪُڪ کي پاڻ ڏي ڇڪيندي آهي، پر، غزل جو ته وفا "غزل مارشل" آهي.

آثم نائين شاهي

